

## مخدوم سيد مقصود علي شاهہ جهانيان

سجاده نشين درگاهہ مخدوم سيد حسن جهانيان



## حق موجود سدا موجود

# جشن جهانيان نمبر ٢٠٠١ع

سرپرست اعليٰ

## مخدوم سيد مقصود علي شاهه جهانيان

(سجاده نشين درگاهه مخدوم سيد حسن جهانيان)

### فقير مدد ڪاميٽي جا ميمبر

سيد مقصود علي شاهه جهانيان
سيد مقبول حسين شاهه جهانيان
سيد آفتاب علي شاهه جهانيان
سيد مسرور حسين شاهه جهانيان
صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڌڙو
رفيعي رسول بخش گچيرائي
صوفي اقرار علي لغاري
صوفي نشان علي لغاري
صوفي غلام علي لانگاهه

استاد صادق علي عمراڻي
استاد لطف علي لانگاهه
الهه وسايو عمراڻي
فقير محرم علي
نماز الدين بگو
حڪيم محمد يونس سولنگي
عاجز اسلم لغاري
پير سيف علي
حاجي خان لغاري

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# جهانيان نمبر1

جلد 1: شمارو 1 آڪٽوبر 2001ع رجب المرجب 1422هه

## سنڌاءِ




ڇپائيندڙ:

فقير مدد ڪاميٽي

جهانيان پبليڪيشن سنڌ

سرپرست اعليٰ:

مخدوم سيد مقصود علي

جهانيانيه

جاڪوڙيندڙ:

حڪيم محمد يونس سولنگي

معاون:

سيد مقبول حسين جهانيه

# جهانيان نمبر1

جلد 1، شمارو 1 آڪٽوبر 2001ع رجب المرجب 1422هـ

## سنڌاءُ




ائڊريس:

جهانيان پبلڪيشن سنڌ

سجاده نشين درگاهه حسن شاهه

شاهپور جهانيان

تعلقه دولتپور ضلع نوابشاهه

رابطه آفيس:

شمس دواخانه مورو

فون نمبر 3475 (0752)



پرنٽر: نظير احمد راهوجا

رابيل آرٽ پرنٽنگ پريس مورو

ڪمپوزرس: دريا خان راهوجا

امجد علي راهوجا- رضا علي

لکمير پريس مورو

۽ خالد اينڊ راشد ڪمپيوٽرائيزر

ڪوڪر محله حيدرآباد.

# موں کي سڀ ياد آ.....



سڄڻ سائين:

جهانيان نمبر جون واڌايون هجن.

ڳچ عرصي کان دل ۾ تمنا ڪنيو جهانيان جي آڳنڌ ۾ هر سال ادبي ڪانفرنس جي ميڙاڪي ۾ شريڪ ٿيندو رهيس پوءِ ڪڏهن مقالو پڙهڻ جو موقعو مليو ته ڪڏهن مهمانن کي بيچ لڳائڻ جو.

جيئن ته جهانيان ادبي سنگت ۾ هجڻ ڪري مهمانن جي خدمت ڪرڻ جي سعادت مليم، ائين سڄي سال جي ٿڪاوٽ ان هڪ رات ۾ دور ٿيندي لڳندي آهي. بيو ته قبلا مقصود علي جهانيه جن جي من موهيندڙ شخصيت پلا ڪنهن کان ڳجهي آهي سندن محبت ۽ پيارته وري اهڙو سوگهو ڪيو جو زندگي جو آخري مقصد اڳيان رکندي هن صوفي رنگ ۾ رنگجي تهدل تازو ٿي غير ۽ زنگ ڏوئي گيڙو جيان نيارو ٿي باقي زندگي گذارڻ لاءِ زندگي سان پيار ٿيو.

نيٺ دل ٻڌي سائين جن کي جهانيان نمبر لاءِ عرض ڪيم. اهو سندن وڏ پڻو آهي جو مون ناچيز کي اجازت ملي. وقت بلڪل ڊوڙندي نظر پئي آيم. بس فقط ويهه ڏينهن ۽ نئون ماڻهون / ماڻهن ٻڌو هوندو پر منهجو يقين پڪ ۾ تبديل ٿي ويو. هي جهانيان دلين جي سچائي کي ڇاڻي ٿو. جو اڄ هي سوکڙي توهانجي هٿن ۾ آهي.

**اوهانجو**

**حڪيم محمد يونس سولنگي**

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ



# پيغام

اڄ مونکي جشن جهانيان جي سلسلي ۾ نڪرندڙ جهانيان نمبر لاءِ پيغام ڏيندي بيحد خوشي ٿي رهي آهي جو اسان جي صوفياءِ اڪرام هن خطي لاءِ جيڪي قربانيون ڏنيون آهن سي انسان ذات لاءِ وڏو ڪم آهي. اهي صوفي آهن جن امن آتشي پيار جو پيغام عام ڪيو. انسان کي انسان لاءِ جيئڻ سيکاريو. آءُ درگاهه جهانيان جي سجاده نشين محترم سيد مقصود علي شاهه جهانيان جو به شڪر گذار آهيان جنهن مونکي هن عظيم ڪم لاءِ پيغام جي لائق سمجهيو جيئن ته اسان پنهنجن وڏن کان وٺي هن علائقي لاءِ خدمتون ڪيون آهن ۽ ماڻهن به اسان جو ساٿ ڏنو. اها خوشي جي ڳالهه آهي جو جهانيان جي ميلي لاءِ نڪرندڙ نمبر هڪ تاريخ آهي جيڪا هر دور ۾ پٽڪيل ماڻهن لاءِ راهه نجات ثابت ٿيندي.

منهنجي دعا آهي ته رب العزت هن ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ جي رهواسين کي حق ۽ سچ جي راهه تي هلڻ جي توفيق ڏئي ۽ جهانيان فقير مدد ڪاميٽيءَ کي يقين ڏياريان ٿو ته اهو ساٿ سلامت سدائين رهندو.

**سردار خان محمد ڏاهري**

سابق ايم. پي. اي.



بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# پيغام



سائينم سدائين ڪرين، سنڌ مٿي سڪار
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين شاهه

مونکي جهانيان نمبر لاءِ پيغام ڏيندي خوشي ٿي آهي جو صوفي بزرگن، درويشن، عالمن کي خراج تحسين سندن ئي پيغام کي عام ڪرڻ ۾ آهي. آءُ بحيثيت تعلقہ ناظم هر وقت اهڙن عملي ڪمن لاءِ تيار آهيان جن نوجوان نسل جو اصلاح ٿي سگهي ته جيئن ڌرتيءَ تان جهالت، ڌاڙ، ڌمر کي هٽائڻ ۾ مدد ملي. تمام جهانيان نمبر لاءِ ڪم ڪندڙ دوستن جي لاءِ نيڪ تمنائن جو خواهشمند آهيان. سندن جذبي لاءِ عزت آهي.

Ashik

**ڊاڪٽر عاشق حسين ڏاهري**
ناظم تعلقہ دولتپور
ضلع نواب شاهه



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# پيغام



مون کي جشن جهانيان نمبر لاءِ پيغام ڏيندي تمام گهڻي خوشي ٿي آهي ڇو ته اهڙا سونيئر يا نمبر ڪڍڻ همت ۽ حوصلي جي ضرورت آهي. ان موقعي تي هي معلوماتي نمبر شايع ڪرائي صوفي بزرگن خاص طور تي مقامي بزرگن کان عوام الناس کي واقف ڪيو ويو آهي. جن جي روحاني فيض برڪت سان سارو جڳ ڀهڪي پيو.

الله جي انهن نيڪ ٻانهن جن هن سرزمين تي سڄي عالم لاءِ هڪڙو پيغام آندو جنهن ۾ پيار محبت ـ جفاڪشي ـ محنتي ـ سوز سرور علم و عمل دين و دنيا مطلب ته زندگي جي هر پهلو ۽ شعبي لاءِ سبق ڏنل آهي.

جنهن تي انسان عمل ڪري محنت ۽ محبت سان هن جڳ ۾ ڪامياب و ڪامران بنجي سگهي ٿو.

منهنجي دعا آهي ته جشن جهانيان جا منتظيم اِجا بہ سچائي محنت ۽ محبت سان وطن جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انسانيت جي خدمت ڪري ملڪ کي خوشحال بنائي سگهن.

**محمود احمد خان**

ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن آفيسر

ضلع نوابشاهه




بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# پيغام



مونکي جشن جهانيان جي موقعي تي جهانيان نمبر لاءِ پيغام ڏيندي بيحد خوشي آهي تہ هي جشن باقاعدگيءَ سان هن سال بہ پڻ ملهايو پيو وڃي مان سجاده نشين درگاهہ حسن جهانيان سيد مقصود علي جهانيان کي مبارڪ باد پيش ڪريان ٿو. منتظمين نہ صرف هن عظيم شهر کي صوبي ۾ روشناس ڪرايو آهي پر جن بزرگ هستين هن شهر کي آباد ڪيو ۽ پنهنجي زندگي الله جي راهہ ۾ گذاري انسان ذات کي خدمت ۽ پيار ۽ ذڪر جو سبق ڏنو ان کان پڻ واقف ڪيو آهي. هي هڪ نيڪ جذبو ۽ سهٺو قدم آهي جنهن لاءِ فقير مدد ڪاميٽي کيريون لهڻيون اميد آهي تہ هتي جي بزرگن جيڪا ڏکي پر سڌي وات ڏيکاري انهيءَ جذبي سان منتظيم جي ڪم لاءِ دعاگو آهيان تہ خدا کين هن نيڪ ڪم لاءِ ڪاميابي عطا فرمائي.

آمين

**ڪي. ڪي. ميمڻ**

ايس. ايس. پي.

ضلع نواب شاهہ




بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# پيغام



آءُ جشن جهانيان جي موقعي تي جهانيان نمبر شايع ٿيڻ تي سجاده نشين درگاهه حسن جهانيان مخدوم سيد مقصود علي جهانيان ۽ سندس فقير مدد ڪاميٽي کي دلي مبارڪباد ڏيان ٿو جن جي محنت سان هن ننڍڙي شهر ۾ عوام کي سٺي تفريح سان گڏ وطن جي ثقافت کي اجاگر ڪري ملڪي تعمير جي جذبي سان اڳتي وڌڻ لاءِ روشن خيال محبت ۽ امن جي پيغام ۽ ادبي اوسر لاءِ ڪنيل قدم کي منزل پيڙو ڪيو اٿن منهنجي دعا آهي ته جذبه همت جوان رهن ته جيئن هو ملڪي تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن.

**شاهنواز پٽا**

ڊي. ايس. پي. تعلقه دولتپور

ضلع نواب شاهه

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ



# پيغام

مونکي اهو ٻڌي تمام گهڻي خوشي ٿي ته شاهپور جهانيان جهڙي عظيم شهر ۾ مخدوم سيد حسن شاهه جهانيان جي سالانه عرس مبارڪ جي موقعي تي مخدوم سيد مقصود علي شاهه جهانيان ۽ فقير مدد ڪاميٽي طرفان جهانيان نمبر جو اهتمام ڪري سوئينر شايع ڪرايو پيو وڃي. مبارڪباد ڏيندي دعا ٿو ڪريان ته جشن جهانيان جا منتظمين اڃا به سچائي محنت ۽ محبت سان وطن جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انسانيت جي خدمت ڪري سگهن ۽ گڏو گڏ سنڌ ڌرتيءَ کي به جنت بي نظير بنائي سگهن ته جيئن ملڪ خوشحال ٿي سگهي.

**غلام رسول سنجراڻي**
مئنيجر زرعي ترقياتي بئنڪ
تعلقه دولتپور ضلع نواب شاهه



سرڪار پاڪ سيد غلام مهدي شاهہ جهانيان (۾ نانگل نوراني)



سید شہاب الدین شاہ جہانیاں

# رسم دستار بندي

## سيد مقصود علي جهانيان جي تقريب جي موقعي تي آيل سادات





سيد شهاب الدين شاهه جهانيان- سيد هادي بخش شاهه- سيد غلام سرور شاهه سيد مقبول حسين شاهه
سيد ثمر علي شاهه- سيد علي رضا شاهه- سيد غلام عابد شاهه- سيد موج دريا شاهه
سيد ڪامل شاهه- سيد صفدر علي شاهه- سيد عنايت علي شاهه- سيد علي شاهه
سيد غلام مهدي شاهه- سيد انعام علي شاهه- سيد غلام مصطفيٰ شاهه- سيد گنج بخش شاهه
سيد نبن شاهه ۽ سندس فرزند سيد روشن علي شاهه

# تذڪره خاندان مخدوم جهانيان/ تحرير: رفيعي رسول بخش پگهيو

الله تعاليٰ پنهنجي پاڪ ڪتاب قرآن مجيد ۾ پنهنجن صالحن ۽ سچن. عالمن ۽ عامان. عابدن ۽ زاهدن. مومنن ۽ متقين. صوفين ۽ صابرن. عاشقن ۽ اولائن جي شان ۾ فرمايو آهي ته:
الذين آمنوا وڪانوا يتقون . لهم البشري في الحيوت وفي الآخره . لاتبديل لڪمت الله ذالڪ هو الفوز العظيم . (سورت يونس ٦٣ . ١٤)
(اهي جن ايمان آندو ۽ پرهيزگاري ڪن ٿا انهن کي خوشخبري آهي هن دنيا جي زندگي ۽ آخرت ۾. الله جون ڳالهيون بدلجي نه ٿيو سگهجن. اهائي وڏي ڪاميابي آهي).

مٿين آيتن سڳورين ۾ الله پاڪ اولياء الله جو شان بيان ڪندي واضح طور فرمايو آهي ته جيڪي به الله جا سچا ٻانها آهن. انهن پنهنجي مالڪ حقيقي تي ايمان آڻڻ کان پوء پنهنجي ساري زندگي الله پاڪ جي راضپي خاطر نه صرف حقوق الله جا پابند رهيا بلڪ حقوق العباد جي ادائگي خاطر انسان ذات جي خدمت ۽ رهنمائي ڪندي گذاري ڇڏي. ۽ هر ان ڳالهه کان پرهيز ڪئي جيڪا خالق ۽ مخلوق جي ناراضپي جو سبب بنجي ۽ نفرت کان بلڪل بي خبر رهي محبت ۽ رياضت جون محفلون رچائيندا رهيا. ۽ پوء موت ۾ اهڙن سچن ٻانهن کي الله پاڪ هن دنيا جي زندگي ۾ ئي جي ڪاميابيء جي بشارت ڏني ۽ سڀ ڪجهه ڪين عطا ڪيو ويو ۽ آخرت جي ڪاميابيء جي به بشارت ڏائي وئي ۽ هن ڳالهه کي قرآن پاڪ نه تبديل ٿيندڙ سڏيندي سندن طريقه زندگي کي صراط المستقيم سڏيندي وڏي ۾ وڏي ڪاميابي قرار ڏني وئي سندن زندگي گذارڻ جي ڍنگ ۽ طريقي لاء حڪم ڪيو ويو ته هر نماز ۾ هر ڪنهن ٻانهي کي دعا گهرڻ کپي جنهن کان سواء نماز ئي نه ٿيندي ۽ اها دعا آهي سورت فاتح جنهن ۾ اچي ٿو اي جهانن جا پالڻهار ڏيکار اسان کي سڌو رستو انهن سچن ٻانهن وارو رستو جن تي تو انعام ڪيو يعني جن کي مالڪ حقيقي اعلي انعامن سان نوازيو ۽ اهڙين عظيم هستين کي الله پاڪ . اولياء الله جو نالو ڏنو اولياء ولي جو جمع آهي الله جو دوست ولي جي معني آهي الله جو پيارو. ولي جي معني آهي رفيق سفر. ولي جي معني آهي اشارو ڪندڙ ۽ ولي جي معني آهي پنهنجي ڳالهه کي مڃائڻ وارو تصوف ۾ اهڙين هستين کي صوفي سڏيو ويو تصوف ۽ صوفي ازم جي شروعات م به حقيقت ۾. اصحاب صف کان ٿئي ٿي ليڪن



جڏهن خلافت ملوڪيت ۾ تبديل ٿي ته ماڻهن کي بادشاهن جي عقيدي اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو پئي ويو. پوء عابدن ۽ اوليائن گوشه نشيني اختيار ڪندي دين اسلام جي تبليغ ۽ ترقي لاء نهايت صبر ۽ سادگي سان پاڻ پتوڙيو جن کي بعد ۾ صوفي سڏيو ويو. اهڙو پهريو ن لقب هڪ روايت مطابق ابوالهاشم کي مليو سن ٣٠٠ هجري ۾ شيخ ابو نصر سراج پنهنجي ڪتاب (اللمع) ۾ سچي صوفي جون وصفون زهد. فقر. توڪل .عبادت . صبر . رضا. قناعت مسڪيني ۽ ٻک کي پسند ڪندڙ ۽ نياز نوڙت ڪندڙ ٻڌايون آهن امام ابو القاسم قشيري رحمته الله عليه پنهنجي رسالي قشيريه ۾ لکيو آهي ته ٻن صدين کان گذرڻ بعد خدا جي سچن ٻانهن ۽ اولياء ڪرام کي صوفي سڏيو ويو جيڪي اصحابه صفه جي پيروي ڪندڙ هئا سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليه جن جي تصوف جي

(ت) مان مراد توبه
(ص) مان مراد صفائي
(و) مان مراد ولايت
(ف) مان مراد فنافي الله بذاتي آهي.

پوءِ اهڙن اوليائن سڀني بابت جيڪي فنافي الشيخ فنافي الرسول ۽ فنافي الله جي مقام تي پهچندا آهن ته:

اکيون انهن اوليائن جون هو نديون آهن ڏسڻ خدا جو هوندو آهي. انهن جا ڪن هوندا آهن. ليڪن ٻڌڻ خدا جو هوندو آهي پير انهن جا هوندا آهن. ۽ هلڻ خدا جو هوندو آهي. مطلب ته انهن جي آڏو پوري دنيا ائين هوندي آهي جهڙي طرح هڪ انسان جي آڏو ان جي هٿ جي ترِي اهڙن برگزيده خاندانن مان حضرت مخدوم جهانيان جو خاندان پڻ آهي جن جي تاريخ اولياءِ ڪرام ۽ صوفياءِ ڪرام جي تاريخ جو هڪ سونهري باب آهي مختصرا حضرت مخدوم جهانيان جن جي خاندان جو تذڪرو پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان.

## خاندان مخدوم جهانيان

هن پاڪ پوِتر، پوِن، سونهاري سنڌ ۾ حسيني سادات جون ڇهه شاخون آهن.

١. رضوي سيد جن جو امجد حضرت سيد محمد مڪ مڪرمہ کان بکر ۾ ١٢٦٠ع ۾ آيو.

٢. متياري يا متعلوي سيد جن جو جد امجد حضرت حيدر شاه هندستان ۾ ١٣١٨ ع ۾ ملتان رستي آيو.

٣. انجوي شيرازي سيد جن جو جد امجد حضرت سيد محمد ايران مان ١٣٨٤ ع ٺٽي ۾ آيو.

٤. آغائي سيد جيڪي ٽالپورن جي دور ۾ ايران کان سنڌ پهتا



٥. شمسي سبزوازي سيد جيڪي حضرت امام جعفر صادق جن جي وڏي فرزند حضرت اسماعيل کان پنهنجو نسل ڇڪين ٿا .

٦. ڇهين شاخ بخاري ساذات آهن جن جو باني حضرت سيد جلال سرخ پوش بخاري جن آهن جيڪي سنڌ ۾ آيا ۽ سندن پوٽي حضرت سيد جلال الدين جهانيان جهان گشت بن سيد احمد ڪبير بن حضرت سيد جلال سرخ پوش بخاري جن کان جهانيان خاندان شروع ٿئي ٿو. جيئن ته حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت جن جي ڏاڏي حضرت جلال سرخ پوش بخاري جن جي سڀ کان پهرسان سنڌ ۾ آمد ٿي آهي ان ڪري حضرت سيد جلال شاه سرخ پوش بخاري جن جي ذڪرکان ئي ابتدا ڪجي ٿي.

حضرت سيد جلال شاه سرخ پوش بخاري جن جو سلسلہ نسب تاجدار عرب وعجم حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم هاشمي ۽ قريشي- جن جي پاڪ نياڻي سيدت النساءِ حضرت فاطمة الزهري رضي الله تعاليٰ عنها ۽ حضرت علي رضي الله عنہ بن ابو طالب جن جي توسط سان سيد الانبياءِ والمرسلين حضرت محمد مصطفیٰ صلي الله عليہ وسلم جن سان ملي ٿو جيئن ته سيد الانبياءِ حضرت محمد مصطفیٰ صلي الله عليہ وسلم جن هاشمي ۽ قريشي سڏجن ٿا بهتر ٿيندو ته حضرت هاشم رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت قريش رضي الله تعاليٰ عنہ جن کان سلسلہ نسب لکجي:

حضرت امام حسين عليہ السلام جي ١٦ پيڙهيءَ ۾ حضرت امام علي نقي جي عليہ السلام جي ٩ پيڙهيءَ ۾ حضرت علي سيد علي ابوالمؤيد رحمت الله جن پيدا ٿيا جن جي سلسلہ نسبت هن طرح ڏهين امام علي نقي سان ملي ٿي سيد علي ابوالمؤيد مدني حضرت ابوالموائد مدني نهايت بلند پايہ جا جيد عالم رباني، زاهد، عارف ۽ ڪامل ولي الله هئا حضرت ابوالمؤيد کي نبي آخر زمان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن ارشاد فرمايو تہ پاڻ حضرت ابوالمؤيد جن بخارا وڃي دين اسلام جي تبليغ ڪن پاڻ جماعت سان تيار ٿي مديني کان بخارا روانا ٿيا ۽ بخارا جي حاڪم کي پڻ حضور پاڪ صلے اللہوالسلم جن خواب ۾ بشارت ڏني حضرت ابوالمؤيد جن جو چهرو مبارڪ ڏيکارئيندي هدايت ڪئي تہ:

مديني منور کان ساداتن جو هڪ قافلو بخارا پهچي رهيو آهي انهن جو شاهاڻو استقبال ڪري خدمت بجاءِ آڻجانءِ جڏهن سيدن جو هي قافلو پهچي تہ ۽ ڏسيل چهري مبارڪ واري شخصيت سيد ابوالمؤيد جي شادي ڪرائجانءِ.

قافلي پهچڻ تي سندن شاهاڻو استقبال ڪيو ويو، هڪ روايت مطابق ان وقت بخارا جو حاڪم سلطان محمد خدا بنده هو.



جنهن سيد ابوالمؤيد جن پنهنجي نياڻي سان شادي ڪرائي. بهر حال سيد ابوالمؤيد کي پهرين رمضان المبارڪ سن ٥٩٥ هجر تي الله پاڪ هڪ فرزند عطا ڪيو جن جو نالو جلال الدين رکيو ويو جنهن جي تعليم و تربيت خود پاڻ حضرت ابوالمؤيد جن ڪرڻ فرمائي ۽ ان زماني ۾ سهروردي بزرگ حضرت بهاؤالحق ذڪريا ملتاني خراسان کان تعليم حاصل ڪري پنهنجي والد بزرگوار جيڪو اڳ ۾ وفات ڪري ويو هو جي ڪيل وصيت مطابق بخارا ۾ اچي حضرت علي ابوالمؤيد کان تعليم ورتي رهيا.

حضرت غوث بهاؤالحق جن فارغ تحصيل ٿي مديني پاڪ ويا ۽ بغداد مان ٿيندا واپس آيا.

غوث پاڪ جن جيئن ته سائين جن وٽ تعليم ورتي هئي ۽ حضرت ابوالمؤيد جن پنهنجي هن لائق شاگرد ۾ آثار ولايت ڏسي سندن مان راضي ٿيا ۽ حضرت سيد جلال الدين بخاري جن پڻ سندن شخصيت کان متاثر ٿيا. ان ڪري جڏهن حضرت غوث بهاؤلحق ملتاني پنهنجي اُستاد ۽ مرشد ابوالمؤيد کان فيض حاصل ڪري واپس ٿيا ٿي ته، غوث پاڪ ڪ ملتان اچڻ جي دعوت عرض رکي ليڪن حضرت سيد علي ابوالمؤيد جن کي وڏي ڄمار ۽ ضعيفائي جي ڪري پاڻ ملتان اچڻ بجاءِ سيد جلال الدين جو، اچڻ جو واعدو ڪيو ۽ ان واعدي مطابق حضرت سيد جلال الدين بخاري جن ملتان آيا ۽ حضرت شيخ بهاؤلحق سان مليا ۽ سندن مهمان ٿي رهيا.

ان کان پوءِ بکر ۾ آيا جتي سفر دوران هڪ شخص حضرت سيد جلال الدين بخاريءَ جن کي اشرفين جي ٿيلهي ڏني هئي امانت طور جيڪا چوري ٿي وئي هئي ۽ جڏهن صاحب امانت حضرت جلال الدين بخاري کان اشرفين جي ٿيلهي واپس وٺڻ لاءِ شدت اختيار ڪئي ته، حضرت جلال الدين بخاري جن صاحب امانت کي لب آب تي وٺي آيا ۽ درياه مان هٿ وجهي اها ساڳئي ٿيلهي ان شخص کي ڏني هئي جڏهن اهو واقعو سيد بدرالدين بکريءَ ٻڌو ته ڪين حضرت سيد جلال الدين بخاريءَ سان ملڻ جو اشتياق پيدا ٿيو ۽ اچي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ پهرين ملاقات سان ئي سندن قلبي لاڳاپو ٿي ويو ۽ ان ملاقات بعد سيد بدرالدين پنهنجي نياڻي حضرت بيبي زهريٰ سيد جلال الدين سرخ پوش بخاريءَ کي ڏني، جنهن مان ڪين حضرت سيد محمد غوث فرزند پيدا ٿيو.

وري جڏهن حضرت بيبي زهريٰ وفات ڪري وئي ته، سيد بدرالدين بکريءَ جن پنهنجي ٻي نياڻي حضرت فاطمہ سبگوري نڪاح ۾ ڏني، جنهن جي بشارت حضور صلي الله عليہ وسلم جن حضرت سيد بدرالدين بکريءَ کي خواب ۾ ڏني هئي.

حضرت سيد جلال الدين بخاري جن کي حضرت بيبي فاطمہ سبگوري مان حضرت سيد احمد ڪبير جن پيدا ٿيا ملفوظ مخدوم ۾ آهي ته، سيد جلال الدين کي سيد بدرالدين جي نياڻي مان ٽي فرزند

١. سيد محمد غوث
٢. سيد بهاؤالدين
٣. سيد احمد ڪبير پيدا ٿيا. پاڻ بکر کان اچ ۾ آيا هئا، جتي هميشہ لاءِ رهيا ۽ اتي محلہ بخاريہ جو بنياد رکيائون.

حضرت جلال الدين بخاري جا ڪيترائي لقب القاب هئا خاص طور تي:

١. البخاري:
اسباب بخارا ۾ پيدا ٿيا.

٢. عشق الهي جي ڪري جڏهن نظر ڪلندا هئا ته، هر شي خشڪ ٿي ويندي هئي

٣. ٿيون سبب ڪنهن ظالم بادشاه، سچي سيد هئڻ جي ثبوت لاءِ هڪ باه جي وڏي آڙاهہ ٻارائي ان بخاري ۾ اندر وڃڻ جو حڪم صادر ڪيو ۽ سيد صاحب جن باه ۾ اندر وڃي ويهي رهيا ۽ خدا جي قدرت سان اهو آتش ۽ بخارو گلزار ٿي ويو ۽ سيد صاحب کي ڪجهہ بہ ڪين ٿيو ۽ پاڻ با سلامت نڪري آيا. انڪري بہ ڪين البخاري سڏيو ويو.

٢. شير شاه:
پاڻ نهايت دلير، همت وارا برد بار ۽ طالب مولئ هئا ان

ڪري ڪين شير شاهه جي لقب سان سڏيو ويندو هو.

٣. سرخ پوش:

پاڻ ڳاڙها ڪپڙا پهريندا هئا جيڪا (حسيني صوفيءَ) هجڻ جي ۔ نشاني آهي. پر ڳاڙهي رنگ جي ڪري سرخ پوش جي لقب سان پڻ سڏبا هئا.

اهڙي طرح حضرت سيد جلال الدين جو پورو نالو حضرت شير شاهه سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري ڪري لکيو ۽ پڙهيو ويندو آهي.

ان کان سواءِ ٻيا به سندن ڪيترائي القاب هئا. مجمع شاعري مسڪين نامه ۾ حضرت جلال سرخ پوش بخاري جي سنڌ ۾ اچڻ جو سال ٦٣٢ هجري لکيو آهي. جڏهن ته خطي پاڪ اچ جي مسنف مسعود حسن شهاب الدين لکيو آهي ته سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري ٦٢٥ هجري ۾ پنهنجن ٻن فرزندن جيڪي ڪين پهرين گهرواري حضرت بيبي فاطمه سڳوري بنت حضرت سيد ابوالقاسم فقيہ الحسن بخاريءَ مان پيدا ٿيا هئا. جن جا نالا حضرت سيد علي ۽ حضرت سيد جعفر هئا. تن سان گڏ پهريان بکر پهتا ليڪن اڪثر مصنفين جو چوڻ آهي ته حضرت سيد شير شاهه جلال الدين سرخ پوش بخاريءَ جن پهريان ملتان پهتا هئا.

خزينت الاصفيا جي مصنف سيد شير شاهه جلال سرخپوش بخاريءَ جي پنجن ئي پٽن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته:

اين پنج فرزند چو پنج بناء اسلام.

در ولايت وشرافت و خوارق اشتهار دانش مند.

يعني هي پنج ئي صاحب زاده اسلام جي پنجن رڪنن (ارڪان السلام) جي طرح هئا. پنج ئي ولايت، شرافت، خوارق، ڪرامات ۽ دانش منديءَ ۾ شهرت رکندا هئا.

وفات:

حضرت شير شاهه سيد جلال الدين سرخ پوش بحاري جن جي وصال جو جڏهن وقت آيو ته پاڻ ١٨ جمادالاول تي، پنهنجي ساري خاندان کي گهرائي پنهنجي وصال جو ٻڌايو. ظهر جي نماز بعد ڪين خفيف بخار ٿيو. عصر، مغرب ۽ عشا جي نماز پڙهائي ۽ پنهنجي رهائش گاهه ۾ داخل ٿي سڀني کي ٻاهر نڪرڻ جو حڪم ڪيو ۽ صرف پنهنجي هڪ شاگرد عبدالله بن طاهر کي پاڻ وٽ ويهاريو. عبدالله بن طاهر چئي ٿو ته تهجد جي نماز ادا ڪري رهيا هئا ته پاڻ ڏکي رهيا هئا. نفل پوري ڪرڻ بعد سندن کان پڇيو ويو ته سرڪار ڇا توهان کي بخار جي شدد ڪري ڏکي رهيا آهيو؟ ته پاڻ فرمايائون ته دربار الاهي ۾ حاضري آهي عبد جي معبود جي سامهون ڪهڙي منزلت آهي؟ البت مالڪ جي رحمت وسيع آهي. جڏهن تهجد جي نماز پڙهي پوري ڪيائون ته عبدالله بن طاهر چئي ٿو ته مون کين هٿ لڳايو ته ڪين نهايت تيز بخار هو. ان ڪري ڪين آرام لاءِ عرض ڪيم. ليڪن پاڻ فرمايائون ته عبدالله جنهن مسافر جي روانگي قريب هجي ته ان کي ننڊ نه ڪرڻ گهرجي؟ جڏهن فجر جي آذان جو تائيم ٿيو ته حضرت صاحب جن مونکي فرمايو ته عبدالله فجر جي آذان چئه ۽ مون آذان چئي، جماعت هزارن جي تعداد ۾ گڏ ٿي ۽ حضرت جلال سرخ پوش بخاري جن فجر جي نماز پڙهائي ۽ سڀني لاءِ دعا گهريائون پوءِ پاڻ پنهنجي دولت خاني ويا. عبادت واري هجري ۾ وڃي مصلي تي ليٽي پيا. سڀني کي صبر ۽ نماز جي تلقين ڪري. پاڻ ان مصلي تي ئي واصل بالله ٿي ويا. ١٩ جمادالاول ٦٩٠ هجري تي. اهڙيءَ طرح پاڻ اچ شريف جي سرزمين ۾ ابدي آرامي آهن. ۽ سندن مزار تي عاليشان مقبرو ٺهيل آهي.

حضرت سيد شير شاهه جلال الدين سرخ پوش بخاري جن جي پنجن فرزندن

١. حضرت سيد علي
٢. حضرت سيدجعفر
٣. حضرت سيد محمد غوث
٤. حضرت سيد بهاؤالدين
٥. حضرت سيد احمد ڪبير

مان سلسلو جهانيان حضرت سيد احمد ڪبير سان ملي

ٿو. ان ڪري سندن مختصر ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

حضرت سيد احمد ڪبير رحمت الله عليہ:

حضرت سيد احمد ڪبير بن حضرت شير شاهہ سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري جن چمندي جام هئا. جڏهن سندن ولادت مبارڪ ٿي تہ پنهنجي ماءُ جي ٿڃ نہ پيتائون ان تي سندن والده ماجده حضرت سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري جن کي عرض ڪيو تہ سرتاج !ٻار شير مادرنوش نہ ٿو ڪري حضرت صاحب جن فرمايو تہ ان ٻار کي منهنجي طرف کڻي اچو پوءِ ٻار دائي حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ کڻي آئي تہ حضرت صاحب جن ان کي بسم الله ڪري ڪنيو ۽ پنهنجي زبان مبارڪ سندس منهن (وات) ۾ ڏني تہ ٻار زبان کي ڌائڻ ۽ چوسڻ لڳو ان بعد هن ننڍڙي سيد احمد ڪبير پنهنجي ماءُ جي ٿڃ بہ پيتي مٿان رمضان شريف آيو تہ پاڻ ڏينهن جو ماءُ جي ٿڃ پيئڻ ڇڏي ڏني. جڏهن سمجهہ لائق ٿيا تہ سيد احمد ڪبير پنهنجي والد بزرگوار وٽ تعليم وٺڻ شروع ڪئي ۽ نهايت ڪمال جي ڳالهہ آهي جو ستن اٺن سالن جي عمر ۾ نہ صرف ظاهري علمن ۾ عبور حاصل ڪيائون بلڪ باطني علم جي پڻ تڪميل ڪيائون.

پاڻ پنهنجي والد صاحب جن جي ٿي دست بعيت ٿيا ۽ سندن مريد ۽ خليفہ اعظم بنيا. ان کان سواءِ خانواده (حسينہ بخاريہ) ۾ پنهنجي والد ماجد قدس سره کان ۽ (خانواده) سهرورديہ ۾ بہ پنهنجي والد صاحب کانسواءِ حضرت شيخ صدرالدين عارف ملتاني کان خلافت ۽ اجازت حاصل ڪئي.

حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت فرمائين ٿا تہ (منهنجا والد صاحب خوف الاهي جي سبب بستري تي ڪين سمهندا هئا تہ متان غفلت جي ننڊ سمهي رهي موسم سرما هجي يا موسم گرما صرف هڪ چادر اوڙهيندا هئا. ڏينهن رات ۾ هڪ هڪ قرآن مجيد جو ختمو شريف پڙهندا هئا جنهن وقت نماز ادا ڪندا هئا يا تلاوت قرآن ڪندا هئا تہ مٿن رقت طاري ٿي ويندي هئي ۽ اهڙي طرح روئندا هئا جو محسوس ٿيندو هو تہ سندن سيني مبارڪ مان نعرا بلند ٿي رهيا آهن. هميشہ عشق الاهيءَ ۾ سرشار رهندا هئا ۽ جڏهن پاڻ نفل يا فرض نماز جي لاءِ مصلي تي ويهندا هئا تہ بي اختيار زارو قطار روئندا هئا.

حضرت سيد احمد ڪبير جن جي طبعيت تي اڪثر جذبہ ۽ مستيءَ جو غلبو رهندو هو ۽ جيڪڏهن حضرت جمال الدين خندان دو سندن نگهداشت نہ فرمائين ها تہ پاڻ مجذوب ٿي وڃن ها سندن خليفن ۾ حضرت مخدوم جهانيان کان سواءِ حضرت جلال مجرد سلهٽي جو نالو ملي ٿو سندن ولادت ۽ وفات جو سال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي البت سندن باري ۾ هيءُ معلوم آهي تہ حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت منصب شيخ الاسلامي ڇڏي سفر حجاز تشريف وٺي ويا تہ پاڻ بہ بقيد حيات هئا.

حضرت سيد احمد ڪبير جن کي ٻہ فرزند خداوند ڪريم عطا ڪيا.

١. سيد صدرالدين راجو قتال هن جو اولاد ضلعي بهاول پور ۽ سرهند ۾ آهي.

٢. حضرت مخدوم جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت.

هاڻي ان هستيءَ جو ذڪر عرض رکجي ٿو جن کي لقب مخدوم جهانيان (سيني جهانن وارن جا مخدوم) جي اعليٰ اعزاز سان نوازيا ويا ۽ سندن کان ئي جهانيان خاندان جي ابتدا ٿئي ٿي ۽:

حضرت سيد جلال الدين بلقب مخدوم جهانيان ۽ جهان گشت:

(ولادت با سعادت)

اچ شريف جي جنهن بزرگ سڀ کان وڌيڪ پنهنجو نالو روشن ڪيو سو آهي حضرت مخدوم سيد جلال الدين جهانيان جهان گشت رحمت الله عليہ سندن حالات زياده تر سيرت العارفين اخبار الاخيار معاصرانہ ڪتب

تواريخ ۾ سندن ملفوظات مان ماخذ
آهي.

حضرت سيد جلال الدين
جهانيان جن جي ولادت باسعادت:
١٥ شعبان المعظم ٧٠٧ هجري شب
برات (يعني چوڏڪاري واري
رات) جي ڀلاريءَ رات ۾ اچ شريف
۾ ٿي. پاڻ پنهنجي والد بزرگوار
حضرت سيد احمد ڪبير جن جا
وڏا فرزند هئا. جڏهن سيد جلال
الدين جهانيان جن جي عمر ست
سال ٿي ته سندن والد ڪبن حضرت
شيخ جمال خنداب رو جن جي
خدمت ۾ وٺي ويا ـــ جيئن
پاڻ وڌيڪ تعليم حاصل ڪن ان
وقت حضرت سائين جمال خنداروب
جن جي سامهون کجور جو طشت
رکيو هو جنهن جي تقسيم
ڪرڻ جو پاڻ حڪم ڏنائون ۽ هن
ستن سالن جي معصوم حضرت
سيد جلال الدين جهانيان جن کجور
ککڙين سوڌي کائي ڇڏي ان تي
حضرت جمال صاحب فرمايو ته:
ميان صاحب زاده تو ککڙين سوڌي
کجور ڇو کاڌي؟ حضرت مخدوم
جهانيان عرض ڪيو ته:

(حضرت سائين جيڪا
کجور توهان جهڙن بزرگن جي هٿ
مبارڪ سان عطا ٿي هجي مونکي
سنو نه لڳو ته اهي ککڙيون اڇلائي
ڇڏيان).

حضرت خنداں دو هڪ
ننڍي معصوم ٻار جي زبان مان ان
اهڙو جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽
مخدوم جهانيان جي حق ۾ دعا
ڪرڻ فرمائي ۽ فرمايو ته:

تون پنهنجن فقرائن
۽ خاندان جو نالو روشن ڪندين
سندن ابتدائي تعليم سيد
صدرالدين محمد ۽ شيخ جمال
خنداب رو جي زير سايي ٿي فقه ۽
اصول فقه جي معياري ڪتابن
هدايه ۽ اصول بزودي وغيره پاڻ
علامه بهاؤالدين اچيءَ کان پڙهيا
حضرت بهاؤالدين جي وفات کان
پوءِ پاڻ ملتان ويا ۽ شيخ رڪن
الدين ابوالفتح رڪن عالم
ملتانيءَ جي نگرانيءَ ۾ مولانا
محمد موسيٰ وٽ حضرت ذڪريه
ملتاني ۽ ان جي سوٽ مولانا
مجددالدين جي زير تدريس رهيا ۽
مولانا شاه رخ سالم کان به
استفاده حاصل ڪيو پاڻ قرآن
مجيد حفظ ڪيو ۽ ستن ئي قرئتن
جا قاري هئا. شيخ عبدالله يا فعي
۽ شيخ عبدالله مطري جي صحبت
۾ رهيا صحاحه ستہ کان علاوه
شيخ شهاب الدين سهروردي جي
مشهور تصنيف عوارف المعارف
پڻ وٽن پڙهيا مديني پاڪ ۾ هڪ
پيرو تعليم حاصل ڪرڻ دوران
مسجد نبوي صلي الله عليه وسلم
۾ امامت جو شرف پڻ حاصل
ڪيائون حضرت مخدوم عوارف
المعارف جو درس جنهن نسخي
تان ورتو هو اهو خود حضرت شيخ
شهاب الدين سهروردي جي زير
نظر رهيو هو. سندن معمول هيُ
هوندو هو جو تهجد جي نماز وقت
سبق پڙهندا هئا مٿن حضرت مولانا
عبدالله مطري جي خصوصي شفقت
۽ عنايت هوندي هئي جڏهن مولانا
عبدالله مطري جي وفات جو وقت
آيو ته خاص طور تي اهو نسخو
امام عبدالله يافعي ڏانهن مطري
موڪلي ڇڏيو هو اهو نسخو يافعي
کي حضرت جلال الدين جهانيان
وٽ پهچائڻ لاءِ چيو ۽ اهو نسخو
سيد جلال الدين جهانيان جن کي
هميشه لاءِ ڏيڻ فرمايو ۽ حضرت
جهانيان سائين جن ان نسخي کي
تمام زياده عزيز رکندا هئا.

حضرت مخدوم جهانيان
عوارف المعارف جو درس شيخ
شرف الدين محمود تستري کان به
ان جي وطن شوڪاره (عراق)
۾ پهچي حاصل ڪيو. حضرت
مخدوم جهانيان جن حضور صلي
الله عليه وسلم جن جي فرمان
عاليشان: عالم بنجو. طالب علم
بنجو. علم جون ڳالهيون ٻڌندا رهو
۽ اهل علم سان محبت ڪيو
مطابق پنهنجي ساري زندگي
گذاري. حضرت مخدوم جهانيان
وڏا نقط رس عالم. نهايت نيڪ
صالح پارسا ۽ عبادت گذار هئا
دين ۾ سمجهه بوجهه رکڻ وارا
حديث جا وڏا عالم. صاحب
فتويٰ روشن دماغ. شيرين ڪلامي
۽ تحرير ۾ امتيازي حيثيت جا
حامل هئا.

بيعت و خلافت

حضرت مخدوم جهانيان جن پنهنجي والد ماجد کان سلسلہ سهروردي ۾ دست بيعت ٿيا پوءِ پنهنجي چاچي حضرت سيد صدرالدين المعروف محمد غوث کان خرقہ خلافت پاتو، حضرت شيخ رکن الدين ابو الفتح کان بہ خرقہ خلافت پاتو کين چوڏهن خانواده کان خرقہ خلافت حاصل ٿني.

حضرت مخدوم جهانيان جن فرمائين ٿا تہ پاڻ حضرت علي کرم اللہ وجهہ کان بہ خرقہ خلافت حاصل ڪئي حضرت علي ڪرم اللہ وجهہ جن اهو خرقہ ڏکايو جيڪو کين سرورعالم حضرت محمد مصطفيٰ صلي اللہ عليہ وسلم جن کان عطا ٿيو هو پاڻ فرمائين ٿا تہ حضرت شيخ رکن الدين ابوالفتح کان خرقہ عالم خواب ۾ پهرايو ويٺو جيڪو سجاڳ ٿيڻ بعد بہ اهو مٿي تي پهريل هو ۽ پين ڪيترن بزرگن کان کين خرقہ خلافت ڏکايو ويو.

حضرت مخدوم جهانيان جن سلطان محمد تغلق شاهہ جي دؤر ۾ کين منصب شيخ الاسلام ۽ مسند خانقاه محمدي تي سيوستان ۽ ان جي مضافات ۾ ڪجهہ وقت فائز رهي پنهنجا فرائض بہ بحسن و خوبي انجام ڏيندا رهيا ليڪن حضرت شيخ رکن الدين ابوالفتح جي حڪم (خواب ۾) سان انهن عهدن تان مستعفي ٿي ويا ۽ مديني منوره هليا ويا. جڏهن روضہ اطهر تي پهتا ۽ پاڻ نبي ڪريم صلي اللہ عليہ وسلم جن کي سلام پيش ڪندي عرض ڪيو تہ (السلام عليڪ ياجدي) تہ روضہ اطهر مان جواب آيو تہ:

(وعليڪم السلام يا ولدي قره عيني )

ڇهہ سال مڪي ۾ رهي ٧٥٢ هجري ۾ واپس وطن موٽيا.

حضرت مخدوم جهانيان جن ترڪ و تجريد، عبادت رياضت، ۽ مجاهده ۾ ممتاز هئا ڏينهن رات ۾ ٥٠٠ رکعتون نفل نماز پڙهڻ معمول هو، آخري عمر ۾ ١٠٠ رکعتون نفل نماز پڙهندا هئا ذکر جهر گهڻو ڪندا هئا پاڻ جنهن بزرگ سان ملندا هئا تہ ان کان فيض حاصل ڪندا هئا.

جهانيان لقب جو سبب

سيد جلال الدين بن سيد احمد ڪبير جن (مخدوم جهانيان) ۽ جهان گشت جي لقب سان گهڻو مشهور آهن سيرت العارفين ۾ اچي ٿو تہ هڪ پيري عيد جي رات حضرت سيد جلال الدين جن حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا جي مزار مبارڪ تي ياد الاهي ۾ مشغول رهيا پوءِ حضرت ميان صدرالدين عارف ۽ حضرت رکن الدين ابوالفتح جي مزارن تي حاضر ٿي عيد جي خرچي گهري تہ هر جڳهہ مزار مبارڪ مان کين (مخدوم جهانيان) جي خطاب جي عيد خرچي طور ملڻ جو آواز آيو ۽ جڏهن زيارتون ڪري واپس موٽيا تہ رستي ۾ جيڪو بہ ماڻهون کين ملي پيو تہ کين مخدوم جهانيان جي لقب سان پڪاري پيو. ان ڪان سواءِ هڪ پيرو حضور پاڪ صلي اللہ عليہ والہ وسلم جن جي روضي اطهر ويا ۽ پاڻ روضي مبارڪ ۾ اندر ويا تہ اتي بہ کين (مخدوم جهانيان) جي خطاب سان نوازيو ويو ۽ جڏهن روضي پاڪ مان باهر نڪتا موجود ماڻهون کين از خود مخدوم جهانيان جي نالي سان سڏڻ لڳا.

لقب جهان گشت

حضرت مخدوم جهانيان جو گهڻو زمانو سير وسياحت ۾ گذريو ان ڪري کين مخدوم جهانيان جهان گشت جي لقب سان پڻ سڏيو ويو. پاڻ شمالي هندستان بهار ۽ بنگال، عرب، مصر، شام، عراق، بلخ و بخارا جو سير ڪيائون ۽ جڏهن مديني پاڪ ۾ هيا تہ کين هينيان تبرڪات پيش ڪيا ويا.

١. چادر پنج تن پاڪ
٢. حضور پاڪ صلي اللہ عليہ وسلم جن جو عمامو.
٣. حضرت بيبي فاطمہ الزهري جن جي چادر مبارڪ.
٤. حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين جن جون تلوارون..

حضرت سيد جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت جن ٧٧ سال تي مهينا ۽ پنجويهن ڏينهن عمر جا گذاري ڏهين ذوالحج عيدالاضحيٰ جي ڏينهن ٧٨٥ هجري ۾ سج لهڻ وقت واصل باالله ٿي ويا. مزار تي جيڪي ڪتبا لڳل آهن ان مطابق ولادت (ولادت ٧٠٧ هجري ۽ وفات ٧٨٥ هجري سندن مقبرو اچ شريف ۾ آهي جيڪو ديره غازي خان جي والي ٨٥٧ هجري ۾ تعمير ڪرايو هر سال سندن عرس مبارڪ ملهايو ويندو آهي.

حضرت مخدوم جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت جن جي چوٿين پيڙهيءَ ۾ سيد حامد شاه بڍو عرف شاه مراد بن سيد محمد ڪيميا نظر بن سيد حامد ڪبير بن سيد محمد ناصر الدين بن حضرت سيد جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت جن يعني سيد حامد شاه بڍو عرف شاه مراد جن ڏهين صدي هجري ۾ اچ کان ميانوالي جي شهر عيسه خيل کان ٿيندا سنڌ ڏانهن سفر اختيار ڪيائون سائن گڏ سندن هڪ دوست حضرت مخدوم ميان محمد پريل قريشي جن پڻ گڏ هئا اچي سنڌ جي قديم ۽ تاريخي شهر گچيري پراڻي جي ڏکڻ ۾ بگن جي ڳوٺ ۾ سڪونت پذير ٿيا مخدوم ميان محمد پريل قريشي بگهين مان شادي ڪئي ۽ حضرت سيد حامد شاه جن بگن مان غفور خان بگو جي نياڻي سان شادي ڪئي ڪجهه وقت رهڻ بعد سيد حامد شاه صاحب جن گچيري جي عمر رسيده ماڻهن جي چوڻ مطابق مديني پاڪ هليا ويا ۽ واپس نه موٽيا بلڪ واپسيءَ ۾ احمد آباد بڙوده هليا ويا جتي پنهنجي خانقاه قائم ڪيائون ۽ پوئتي پارت ڪري ويا هئا ته مونکي پٽ ڄمي ته ان جو نالو سيد شاه محمود رکندا الله پاڪ جي فضل سان مهيني ڏيڍ ڪانپوءِ فرزند ڄائو جنهن جو نالو شاه محمودئي رکيو ويو جنهن کي به پٽ سيد حامد شاه ۽ شاه مراد قلندر پيدا ٿيا شاه محمود اول به پنهنجي والد بزرگوار جي پنيان احمد آباد بڙوده ويا ۽ اتيءَ سڪونت اختيار ڪيائون ۽ پنهنجي خانقاه قائم ڪيائون جتي سندن لکين ماڻهون مريد ۽ معتقد ٿيا سنڌ جي مشهور نعت خوان ۽ مولودگو ميان عبدالله ملاح گچيرائيءَ جنهن جي هن وقت سو سال عمر ٿيندي مون راقم (رسول بخش گچيرائي) کي ٻڌايو ته شاه محمود اول البڙودائي ٨١ لک گودڙي آهي جڏهن ته هتي شاه پورجهانيان جي جهانيان پوٽن جي ٢٧ لک گودڙي آهي. شاه مراد بن شاه محمود اول جن شادي ڪا نه ڪئي ۽ حامد شاه شادي ڪئي جنهن کي پڻ به فرزند شاه محمود دوئم ۽ شاه حسن جهانيان پيدا ٿيا جن مان شاه حسن جهانيان لا ولد رهيا ۽ شاه محمود دوئم کي (جنهن جو مقبرو شاهپورجهانيان ۾ نيشنل هائي وي جي اولهه ۾ عاليشان نهيل آهي) ٩ پٽ پيدا ٿيا جن جا نالا:

١. حامد شاه ٢. سيد دين شاه ٣. سيد اسحاق شاه ۴. سيد حسن شاه باندي موڪ لاولد ٥. سيد باقر شاه (لاولد) ٦. سيد جعفر شاه (لاولد) ٧. سيد غفور شاه ٨. سيد موج دريا شاه ٩. سيد امير علي شاه آهن.

هنن ۾ سيد شاه محمود اول جا سجاده نشين مخدوم سيد حسن جهانيان دوئم باندي موڪ جا وڏا پاڻ (١) سيد محمد اسحاق شاه بنيا ان بعد ( ) مخدوم سيد حسن جهانيان.

٣. سيد غفور شاه ۴. سيد ويڌل شاه بلقب (ويڌل امام) ٥. سيد ڪامل شاه ٦. سيد حامد شاه ثاني ٧. سيد امام بخش شاه بلقب نور عالم ٨. سيد هادي بخش شاه عرف سيد حسن جهانيان ثالث ٩. سيد علي شاه عرف شير علي صوفي ١٠. سيد مقصود علي شاه جهانيان.

ذڪر حضرت مخدوم سيد حسن جهانيان رحمة الله عليه:

١٧ رجب المرجب ١۴٢٢ هجري تي شاهپورجهانيان ۾ حضرت سيد مخدوم حسن جهانيان رحمة الله عليه جن جو عرس مبارڪ ٿي رهيو آهي هي ميلو سالن کان وٺي هلندڙ آهي ۽ سنڌ جي چند بهترين ثقافتي ۽ ادبي ميلن مان هڪ آهي باقاعدگي سان ادبي ڪانفرنس درگاهه جي نائين سجاده نشين حضرت سيد علي شاه عرف شير علي صوفي رحمة الله عليه جن جي ڪوشش سان ١٩٨٠ع کان نهايت اعليٰ پيماني تي شروع ڪئي وئي هن ادبي ڪانفرنس کي وڌيڪ رونق موجوده سجاده نشين حضرت مخدوم سيد مقصود علي شاه صاحب صوفي جن بخشي آهي اڳي سال يعني ٢٠٠٠ سال کان جهانيان ايوارڊ ڏيڻ جي پڻ شروعات ڪئي اٿن هن وقت سندن سرپرستي ۾ جهانيان سوونيئر پڻ ڇپايو اٿن

موقعي جي لحاظ کان اڄ پنهنجي
مقالي جو اختتام حضرت مخدوم
حسن جهانيان رحمت الله عليہ جن
جي زندگي مبارڪ تي ڪيا ٿو.

حضرت مخدوم جهانيان
رحمۃ عليہ جن نهايت عابد، زاهد،
پرهيز گار ۽ سخي بزرگوار هئا
سندن درس و هدايت سڀني لاءِ
يڪسان هئي پاڻ حاجتمندن جي
مشڪل ڪشائي ڪندڙ هئا
پاڻ پنهنجي والد بزرگوار حضرت
شاهہ محمود رحمۃ الله عليہ وٽان
ظاهري علم جي تحصيل ڪيائون
۽ قرآن مجيد پڻ حفظ ڪيائون ان
کانپوءِ روحاني ۽ باطني علم پڻ
پنهنجي والد صاحب جن کان
حاصل ڪيائون.

حضرت مخدوم حسن
جهانيان جن صاحب ولايت ۽ امانت
جو ذڪر هن طرح اچي ٿو تہ هڪ
پيري سندن والد صاحب کانئن
پاڻي جو وٽو گهريو پاڻ مخدوم
حسن جهانيان پاڻي جو وٽو پري
آيا تہ اينري ۾ سندن والد صاحب
حضرت شاهہ محمود رحمۃ الله
عليہ جن کي ننڊ اچي وئي تہ هن
فرمانبردار فرزند ڇا ڪيو جو
پاڻي جو وٽو ٽري تي رکي بيهي
رهيا ساري رات بيٺا رهيا تان جو
فجر جي آذان اچي وئي تہ سندن
والد صاحب شاهہ محمود جن
سجاڳ ٿيا ۽ پاڻي گهريو تہ
مخدوم سيد حسن جهانيان پاڻي
جو وٽو يڪدم سندن حوالي ڪيو
حضرت شاهہ محمود وٽو پاڻي جو
وٺي پنهنجي فرزند کي فرمايائون
تہ پاڻي جو وٽو ساري رات جهليو
بيٺو هئين لائق فرزند عرض ڪيو
تہ قبلا جي توهان پاڻي گهريو تہ
اڄ پاڻي جو وٽو پري ڪٿي آيس
ليڪن توهان کي ننڊ اچي وئي ۽ اڄ
پاڻي جو وٽو پري بيهي رهيس
۽ سوچيم تہ توهان کي ڏاڍي اڃ
هئي ۽ توهان جيئن ئي سجاڳ ٿيو
تہ توهان کي يڪدم پاڻي ڏيان اهو
منهجو فرض آهي جيڪو ادا ڪيم
حضرت شاهہ محمود جن پنهنجي
فرزند کي فرمايو تہ سيد مڙئي سر
پر هڪل حسن شاهہ جن ائين
چوندي حضرت شاهہ محمود
پنهنجي فرزند کي امانت عطا
ڪرڻ فرمائي ۽ منزل مقصد تي
فائز فرمايو سندن حياتيءَ جو بيو
واقعو هن طرح اچي ٿو تہ هڪ
پيري پاڻ جڏهن ننڍا هئا تہ پاڻ
پنهنجي پائرن سان هندستان جي
شهر احمد آباد جو سفر اختيار
ڪيو سائن گڏ وڏي تعداد ۾ مريد
۽ خادم هئا ميان نور محمد
ڪلهوڙي جي دارالحڪومت محمد
آباد کان لانگاهو ٿيو تہ ميان نور
احمد کي سندس وزيرن جاچ لهڻ
تي پڙڪايو تہ ميان نور محمد
مخبرن ذريعي معلوم ڪيو تہ
لشڪر خيري آهي ۽ زيارتن لاءِ
هندستان وڃي رهيو آهي ليڪن
وزيرن ميان نور محمد ڪلهوڙي
کي ٿوڙي مروڙي ٻڌايو تہ هي
لشڪر وڏيڪ مدد لاءِ هندستان
وڃي رهيو آهي جتان واپس ايندي
توهان جي تخت گاهہ تي حملو
ڪندا ان ڪري جيئن هي قافلو
واپسي تي محمد آباد وٽان اچي
لنگهيو تہ ميان نور محمد جي فوج
کين گرفتار ڪري ورتي وئي
۽ مخدوم حسن جهانيان جن کي
ننڍي عمر هئڻ جي ڪري ڪجهہ
نقيرن سميت ڇڏي ڏنو باقي بين
ساداتن ۽ مريدن ۽ خادمن کي بند
۾ رکيو نيٺ ان شرط تي آزاد
ڪيو تہ اوهين وري ڪڏهن بہ وڏي
قافلي جي صورت ۾ سفر نہ ڪندا
جي ڪندو تہ توهان کي مليل
جائدادون ۽ پروانا منسوخ ڪيا
ويندا بلڪہ اهي منسوخ ڪيا
ڪري ڇڏيا جڏهن سادات ۽ فقير
واپس مڪان تي پهتا تہ ڪانئن
مخدوم حسن جهانيان دير ڪرڻ
جو سبب پڇو ۽ کين سارو واقعو
ٻڌايو ويو جنهن تي مخدوم حسن
جهانيان جلال ۾ اچي ميان
نور محمد جي تخت گاهہ ڏانهن
تڪيو ۽ نتيجو اهو نڪتو جو ميان
نور محمد کي پيٽ ان رت اچڻ
شروع ٿيو باوجود علاج جي رت نہ
بيٺو پوءِ ڪن مائهن کين ساداتن
سگورن کان معافي وٺڻ لاءِ چيو ۽
ميان نور محمد پيش پئي معافي
گهري.

حضرت سيد اسحاق شاهہ
ميان نور محمد کي ٻڌايو تہ اها
چوٽ مخدوم سيد حسن جهانيان
جي لڱل ائين جنهن کي موٽ بہ
پاڻ ئي ڏئي سگهي ٿو پوءِ ميان
نور محمد ڪلهوڙي مخدوم حسن
جهانيان اڏو ڏاڍي نيزاري ۽ توبهہ
زاري ڪئي نيٺ معافي ملڻ بعد
ان مهل کان ئي رت اچڻ بند ٿي
ويو ميان نور محمد ڪلهوڙي ان
ڪرامت بعد سيد حسن جهانيان
کي باندي موڪ جو لقب عطا
ڪيو ۽ نظرانو وغيره ڏئي واپس
موٽيو.

رڪ شاد خدا افضل سي
ما جيين ڪو مخدوم بخاري و
جهانيان کي سپ سجاده نشين
ڪو.

**رفيعي رسول بخش ڪچيرائي**

# حضرت پاڪ سرڪار مهدي موليٰ/ تحرير: صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڊڙو

درشان ولادت باسعادت بفرمان رب المنان حضرت مخدوم فخرالاولياء حضرت فقير الموليٰ مخدوم سيد فقير مهدي قطب زمان محبوب عالم.

۲۰ رجب المرجب ۱۲۸٦ هجـ مطابق سال ۱۸۷۰ ع جاءِ ولادت در شاهپورجهانيان جي ڳوٺ مخدوم سيد امام بخش شاهه لڳ درگاهه شريف حضرت مخدوم حسن جهانيان (باندي موڪ) بخاري ۾ ٿي، پاڻ مادر زادو ولي الله هئا سندن لقب گهڻائي آهن جهڙوڪ مهدي امام، آڏوت، مسڪين، لاوطن، سيلاني، فقير سائين وغيره وغيره. سندن ولادت محترمہ والده شريف هن طرح فرمائين ٿيون پاڻ اڃا اسان جي شڪم مبارڪ ۾ هئا تہ سندن ڪرامتون ظاهر ٿيڻ لڳيون. جن جو بيان اڳتي هلي پنهنجي جاءِ تي درج ڪبو هلبو. سندن ولادت وقت محترم بزرگوار والد صاحب حضرت مخدوم سيد امام بخش شاهه صاحب جن پنهنجي گهر (خيرڪي)، جيڪو درگاهه کان اٽڪل ۱۲ ميل ڪن پري ڳوٺ منو خان وڳڻ ڏانهن ويل هئا. جتان جا ماڻهو سائين جن حضرت مخدوم حسن شاهه جهانيان (باندي موڪ) بخاريءَ جا وڳڻ ذات مريد هئا. منو خان وڳڻ سيني مريدن طرفان سيد امام بخش جهانيان جن کي دعوت ڏئي وني ويا هئا. ٽن راتين گذرڻ بعد حضرت فقير مولا بوقت صبح



صادق دروازي پاڪ تي تولد ٿيا. اها خبر مخدوم صاحب جن فرمائي ويا هئا تہ ڪابہ تڪليف يا ضرورت پوي تہ اسان منو خان وڳڻ جي ڳوٺ هونداسين، اسان ڏي اطلاع لاءِ خليفي کي موڪليندا. سائين جي تولد ٿيڻ تي دروازي پاڪ تان ٻانهيءَ خليفي کي سڏي چيو تہ يڪدم گهوڙي تي چڙهي



ڳوٺ منو خان وڳڻ وڃ ۽ اهو اطلاع سائين امام بخش جهانيان جن کي ڪريو تہ توهان صاحبن کي گهر ۾ فرزند تولد ٿيو آهي. خليفو حڪم موجب گهوڙي تي سوار ٿي منو خان وڳڻ روانو ٿي ويو. پري کان خليفي منو خان وڳڻ ۾ سائين جن کي وڏي هجوم سان گڏ ڏسي ٽپ ڏئي گهوڙي تان لهي پيرين پيو ۽ سلام ڪري مخدوم صاحب جن جي قدمن شريفن تي وڏي عقيدت سان سجدو ڪيو ۽ کين مبارڪ باد ڪيو. سيد امام بخش شاهه جن خليفي کان پڇيو تہ مبارڪون گهڻن قسمن جون ٿينديون آهن، تون الائي ڪهڙي مبارڪ کڻي آيو آهين. خليفي با ادب هٿ ٻڌي عرض ڪيو مالڪ توهان جي گهر ۾ فرزند تولد ٿيو آهي مونکي دروازي تان توهانڏي حڪم ڪيو اٿن تہ صاحبزادي جي والد بزرگوار

جر ڪي هيءَ خوشخبري وجي ڏي ۽ ـوهان صاحب جن جي طلب ڪئي وئي آهي. ان لاءِ درگاهه شريف تي ضرور هلڻو پوندو. اها خبر مريدن ۽ عقيدتمندن ٻـڌي ڏاڍي خوشـيءَ سـان پنهنجـي مرشـد سـيد امـام بخش جهانيان جن کي سندن فرزنـد ڄمڻ جون سون جي تعداد ۾ اچي مبـارڪون ڏنيـون ۽ سـائن گـڏجيُ نچندا ٽپندا جهمريون هڻندا خوشيءَ جا گيت ڳـائيندا ۽ مولـود پڙهنـدا منـو خـان وڳـڻ کـان اچـي درگاهـ شريف پهتا. جماعت کي لاٿدي ۾ چڏي پاڻ دروازي مبارڪ تي پهتا گهر ۾ تشريف رکڻ سان سندن کي مبـــارڪ بـــاد مليـــون ۽ پـــاڻ فرمـائڻ لڳا تـ صـاحبزاده ڪٿـي آهن. دائي صاحبـ صـاحبزادي کي کڻي اچي مخدوم صاحب جن جي جهولـيءَ ۾ ڏنـو. پـاڻ پنهنجـي صاحب زادي کي ڏسي حيران ٿـي ويا ۽ پڇڻ لڳا تـ ڇا ڄمڻ کان وٺي هن حال ۾ هئا؟ ها ۾ جـواب مليـو تـ ولادت وقت ئـي صـاحبزاده جـو اهو حال آهي ان ڪريُ توهان ڏانهن جلد خليفي کي روانـو ڪيـو هيـو سون. فقير مولا جو ظهور ٿيڻ هڪ عجيب و غريـب هيـو ڄمڻ شـرط پاڪ و صاف بدن کي غسـل ڏيڻ جي ڪابـ ضـرورت نـ هئي اکيـڻ بلڪل بند هئڻ. بدن عضـوه ڇـرڻ

ڦرڻ کان بلڪل بند هئا ڄمڻ کان وٺي کير پيڻ نـ فرمايـائون. مثـل روزي جي هئا. سندن والد شـريف پنهنجي فرزند جو هي حـال ڏسـي هـٿن تي کڻي هـڪ ڪـن ۾ آذان ۽ ٻئي ڪن ۾ اقامت ڏئي سندن اسم شريف سيد غلام مهدي

جهانيـان رکيـو. اسـم شـريف رکـڻ شرط پاڻ عضوه هلڻ لڳا ۽ اکيون کولـي پنهنجـي والـد شـريف جـي منهن مبارڪ ڏانهن ڏسڻ لڳا وري ٿورڙو منهن مبارڪ ورائي پنهنجي جيجل والده محترمہ ڏانهن اکڙيون کولي ڏسڻ لڳا سندن والد صاحب جن فرمائڻ لڳا تـ توهان کي دل ۾ خيال هو تـ هي ٻار شڪمو شايد مرده ڄائو آهي جو نـ وري ڳالهائي ٿـو نـ وري بدن چوري ٿـو نـ سـاهه کڻـي ٿـو سـامت هئـڻ سـبب اهـي توهان جا دليل غلط هئا.

پرودگار عالم جڏهن پنهنجا عاشق هن دنيا ۾ موڪليندو آهي تـ انهـن ۾ پنهنجـون خـاص نشـانيون مقـرر ڪندو آهي. هي بـ تـن مـان هـڪ عاشق آهي. پـوءِ تـ تمـام عـوام ٻڌي اچڻ شروع ڪيو پاڙي جي پس گردائي جون عام و خاص عورتـون مبارڪ باد لاءِ حويلي شـريف تـي اچـي گـڏ ٿيـون ڪيترائـي ڏينهـن خوشي جا گيت ڳائيندپون رهيـون.

فقير مولا ڄمڻ کان وٺي ڪابـ شي. نـ کـاڌائون ۽ زبـان بنـد هئـي. محترمہ والـده صاحبـ جـن سـائين امام بخش جهانيان جن کي ٻڌايو تہ صاحبزاده کير نـ ٿا پين ۽ نـ ٿي وري کـا ڳـج ٿـي پيـن ٿـا. توهـان سندن طبيعت ڏسو ان وقت سـائين جن پنهنجي گهر وارن کي فرمـايو تـ هتي ڪيتريـون غريـب عورتـون ويٺيون آهن هنن مان کـا غريـب عورت سڏيو جن مان هـڪ غريـب عورت نونارڻ (ڇنـ) ويٺـل ڳـوٺ ننگر مکان جي هئي ۽ هڪ غريب يتيم ٻار جي ماءُ هئي پاڻ ان مـائي کي سڏ ڪري پهريون کير ان يتيـم ٻـار کـي پيـارائون ان کـان بعـد ۾ فقير موليٰ جن نوش ڪرڻ فرمايو ۽ والـد محتـرم جـن فرمـايو تـ هـي صـاحبزادو اڳ ۾ ڪابـ شـيءِ نـ کـائڻ پيئـڻ فرمـائيندو چوتـ هـي غريب نواز. غريب پرور نينگر آهي پوءِ غريبيءَ جـو زمـانو گهٽـو هـو ڪيترن ئي پاڙيسري غريب عورتـن پنهنجـا گهـر ڇـڏي اچـــي فقيـر مولىٰ جن جي گهر حويلي پاڪ ۾ رهڻ لڳيـون محض هن لاءِ تـ هنـن ويچارين عورتن کي ڪابـ وسـيعت نـ هئي بلڪل بيواهہ يتيم ٻارن جو

مانرون هيون ۽ کير وغيره يا ڪابہ غذا فقير موليٰ جن لاءِ تيار ٿيندي هئي تہ پهريائين انهن غريب عورتن جي يتيم ٻارن کي ونڊ ملندو هو ۽ پاڻ بعد ۾ کائڻ فرمائيندا هئا. سنڌن ڄمڻ کان اڳ ڄمڻ کان بعد سخاوت ڪرامت جون نشانيون اهڙي، طرح پڌريون ٿينديون رهيون سنڌن ٻچپن کان وٺي ڪري سنڌن ڪبيري عمر تائين سخاوتون ، قياس، رحمدل ۽ نيڪ مرد هئا. هڪ دفعو ٻچپن ۾ پنهنجي والد صاحب سان گڏجي سير سفر جي ارادي سان ڳوٺ هنگورجا ۾ پهتا ان وقت پاڻ تمام صغير هئا سنڌن عمر ۴ سال ڪن مس هئي، سيد امام بخش صاحب سان ان وقت خيرپور رياست جو فرمان رواءِ (والي) هز هائينس مير علي مراد خان ٽالپر جن ڪوٽڏيجيءِ کان ملڻ لاءِ اتي پهتا ۽ سنڌن کي دعوت ڏيندي (سائين جن کي) مير صاحب عرض ڪيو تہ قبلا بندي جي گذارش قبول فرمائي دعوت قبول ڪرڻ فرمائيندا ۽ هن مسڪين خانہ بندي جي قدم بابرڪت تشريف فرمائي هلڻ جي عنايت ڪندا. پاڻ فرمايائون تہ اسان کي ڪوبہ انڪار ڪونهي پر نينگر صغير ڪمسن ساڻ آهي ۽ اسان کي اندر ٻاهر هلڻ ۾ ڏاڍو تنگ ڪندو آهي، جنهن تي مير صاحب عرض ڪيو تہ سائين ننڍڙي عمر وارو ٻار پاڻ سان ڇو ٿا کڻو هي تہ توهانجي ارادہ پنهنجو خلاف ارادہ استعمال ڪندو يعني توهان ڪنهن بہ طرف تياري ڪندؤ تہ صاحب زادہ چوندو مان نہ ٿو هلان ۽ توهان لاءِ دقت ٿي پوندي پاڻ مير صاحب کي چيائون تہ اسان تہ ڇڏيونس پر هي اسان جي پيڇر نہ ٿو ڇڏي پوءِ پلا ڇاڪريون. مير صاحب فقير موليٰ جن ڏانهن نهاري ڪين چيو تہ پڙهندا آهيو؟ پاڻ جواب ڪونہ ڏنائون وري مير صاحب سوال پڇيو تہ ٻ ٻڪريءَ ڪي گهڻا نڪتا آهن؟ پاڻ مير صاحب ڏانهن نهاري ٻہ آڱريون مٿي ڪنيون زباني جواب ڏيڻ جي بجاءِ ٻن نقطن جي برابر ٻہ آڱريون مٿي ڪنيائون مير صاحب وري پڇيو تہ هيٺان يا مٿان فقير مولا ساڳيون آڱريون جواب ۾ هيٺ ڪنيائون مير صاحب ڊوڙي فقير موليٰ جن جي ظاهر صغير سنيءَ ۾ روحانيت جي علم وڪرامت ڏسي حيران ٿي سنڌن ننڍڙا هٿ وٺي چمڻ لڳو ۽ سنڌن کي پنهنجي ڪٽ جي سيرانديءَ کان ويهاريو، مير صاحب حڪو ڇڪيندو هو پاڻ بيخوف ٿي مير صاحب جي حقي جي نڙ کي ٻہ ڦوڪون پريائون ۽ سنڌن دعوت قبول فرمائي. فقير سائين مهدي موليٰ جن تعلقي نوابشاهہ جي ڳوٺ مدد علي وڳڻ ۾ هڪ مدرسي ۾ سنڌي ۽ عربي، فارسي تعليم حاصل ڪئي ان وقت سنڌن عمر ۱۲ سال هئي.

هڪ دفعي ڳوٺ دنبير (لڳ مورو) ۾ پنهنجن مريدن ۽ طالبن جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا. ڪيترن سالن کان ملڪ ۾ مينهن نہ پيو هو جنهن ڪري ڏڪار جهڙيون حالتون پيدا ٿي ويون هيون ان ڳوٺ ۾ برسات تي وهندڙ پيروز (واهہ) جي پڇڙي هئي جنهن واهہ وسيلي ماڻهو ٻنيون آباد ڪندا هئا ۽ سنڌن گذر سفر پوکي راهي تي هيو. ماڻهن سائين جن کي عرض ڪيو تہ سائين پيروز واهہ بہ خشڪ ٿي ويو آهي. هاڻي اوهان دعا ڪريو تہ برسات پوي ۽ پيروز واهہ وهي تہ اسين آبادي ڪري سگهون

ـ ئين جن فرمايو تہ برسات بہ پونديءَ پيروز واهہ ۾ مڇي بہ جام ٿيندي جيڪا اسان بہ کائيندا سين. جئين تہ سائين مهدي شاهہ جن يڪتاريءَ تي ڳائيندا پڻ هئا پاڻ يڪتارو کڻي موج ۾ اچي هڪ ڪلام چيائون جنهن ۾ ڪجهہ بول هن طرح آهن تہ: (پيروز واهہ جي پڇڙي جتي جام مرندي مڇڙي) سائين جن ڪلام چئي بس ڪيو تہ آسمان تي اوچتو ڪارا بادل ڇانئجي ويا ۽ لڳا تار ٣ ڏينهن مينهن وسندو رهيو. پيروز واهہ پاڻي سان ڀرجي ويو ۽ ماڻهو انهيءَ واهہ مان مڇي ماري سائين جن وٽ کڻي آيا جيڪا سائين جن پاڻ بہ کاڌي ۽ ٻين کي بہ چيائون تہ ڏيو ڪيو. الله تعاليٰ سائين جن جي ان بول جو اهڙو تہ پاس رکيو جو اڄ بہ ان پيروز واهہ جي پڇڙيءَ ۾ مڇي ضرور ملندي جيڪا سائين مهدي شاهہ جن جي ڪرامت جو مظهر آهي.

اها ڳالهہ سائين جن جي طالب خدا بخش ڏاهري سان ڪچهري ڪندي معلوم ڪئي وئي.

هڪ ٻيو واقعو جنهن جو ذڪر پڻ سائين شير علي جن ڪندا هئا اهو هن طرح تہ : سائين جن شاهپور جهانيان پرسان ننگر هلائڻ لاءِ زمين خريد ڪرڻ جو ارادو ڪيو جنهن جي لاءِ سنڌن هڪ مريد مدد علي وڳڻ چيو تہ انهيءَ زمين جي رقم فقير سائين مهدي شاهہ جي بدران آءُ ادا ڪندس جڏهن سائين جن نوابشاهہ ڊي سي آفيس پهتا تہ زمين جي ڪاغذن جي تياري ڪرڻ جو مرحلو آيو تہ



مهدي شاهہ جن اسرار ڪيو تہ اها زمين مان پنهنجي پائيٽي سيد علي شاهہ جهانيان جي نالي خريد ڪندس ڇو جو پاڻ اسان جي درگاهہ مخدوم حسن شاهہ جهانيان جا پڳدار آهن. انهيءَ ڪري اها زمين لنگر ۾ استعمال ٿيندي رهندي انهيءَ ڳالهہ تي مدد علي وڳڻ اسرار ڪيو تہ اها زمين اوهان پنهنجي نالي خريد ڪيو جيڪڏهن توهان پنهنجي نالي تي خريد نہ ڪندؤ تہ انهيءَ خريديءَ جي زمين جا پيسا مان نہ ڏيندس. انهيءَ تي سائين جن فرمايو تہ بس اها ڳالهہ آهي تہ پرواهہ نہ آهي. اوهان جا پئسا اسان کي نہ گهرجن پاڻ پنهنجي فقراهي گودڙي مان نون نوٽن جي پئسن جون دستيون ڪڍندا ٻاهر اڇلائيندا ويا ۽ سنڌن طالب اها رقم ڳڻيندا رهيا تان جو جيڪا رقم زمين تي سرڪار کي ادا ڪرڻي هئي ان کان ٻيڻين رقم ٿي وئي. سائين جن فرمايو تہ جيڪا زمين جي خريديءَ لاءِ رقم گهرج ۾ اچي اها کڻو باقي رقم سائين جن گودڙي ۾ واپس وجهي ڇڏي ڪنهن مريد چوڪسي ڪري انهيءَ گودڙيءَ کي تلاشيو تہ ان ۾ ڪابہ شيءِ نہ هئي اها بہ حقيقت ۾ سائين جن جي چٽي پٽي ڪرامت آهي.

سائين مخدوم علي شاهہ جهانيان فرمائيندا هئا تہ جڏهن مان ننڍو هئس تہ منهنجو والد سائين هادي بخش جهانيان هن دنيا مان وصال ڪري ويا. منهنجي طبيعت فقير مولىٰ مهدي شاهہ جهانيان جن جي زير سايہ ٿيڻ لڳي. سائين جن مونکي پنهنجو طالب بنايو ۽ جڏهن آءُ ڪم ڪار

شنيالڻ جهڙو ٿيس تڏهن پاڻ منهنجي تاج پوشيءَ لاءِ وڏي جشن جو اهتمام ڪيو، جنهن ۾ پنجاب، بلوچستان، سنڌ ۽ هندستان کان ڪيترن ئي مريدن ۽ طالبن شرڪت ڪئي. سائين جن منهنجي سر تي دستار رکي ۽ منهنجي جتي کڻي چنبي مريدن کي فرمايائون ته اڄ مان پنهنجي پڳدار جي پاڻ جتي چنبي آهي ۽ هاڻي اوهان تي فرض آهي ته اوهان پنهنجي پڳدار جو احترام ڪيو ۽ سندن هر چوڻ مڃيندا رهو ان کان پوءِ درگاهه جا امور سڀ سيد علي سائين جهانيان جي حوالي ڪري ڇڏيا.

هڪ ٻي ڳالهه جيڪا مونکي سائين جن جي هڪ طالب نوڪر علي فقير جيڪو پنجاب جي علائقي ملتان جو رهواسي هو ٻڌايو ته هو.فقير سائين جن جو طالب ڪيئن ٿيو؟ هو چوي ٿو ته مون کي ننڍي عمر کان ئي جستجو هئي ته مان ڪنهن ڪامل ولي جو طالب ٿيان ۽ ان جي تلاش ۾ رهندو هئس ۽ ڪافي درگاهن تي مان ان سلسلي ۾ پاڻ ويس. هڪ رات خواب ۾ مون کي هڪ صورت نظر آئي ۽ ان لاءِ آواز آيو ته تون هن جو طالب وڃي ٿي مون صبح جو سوچيو ته هن صورت کي ڪيئن ڳوليان آخري رات تي وري خواب ٿيو خواب ۾ آواز آيو ته هيءَ شخصيت سائين مهدي شاهه جهانيان جي آهي ۽ سائين جن سنڌ ۾ رهن ٿا. ان وقت سائين جن صوبي ديري جي پرسان ڳوٺ مير خان شاهاڻي ۾ رهندا هئا. مان پيدل سائين جن جي پويان لڳي پيس ليڪن وري به اها ئي ڳالهه ٿي ته سائين جن چيو ته پنجابي وري به پٺيان اچي پيو ان کي ڌڪائي ڪنهن پري هنڌ تي ڇڏي اچو مونکي گهوڙي سوار ڪافي منزل پري ڊوڙائي ڇڏي آيا ليڪن مان وري به پيرو کڻندو وري به سائين جن جي منزل تي اچي پهتس منهنجي سائين جن جي سامهون اچڻ جي منع ٿيل هئي ان ڪري سائين جن جا مريد مونکي سائين جن جي سامهون ڪون ڇڏيندا هئا. آخر ڪيترا ئي سال گذري ويا مان انهيءَ طريقي سان وقت گذاريندو رهيس. آخر هڪ ڏينهن سائين جن صفن جي ڳوٺ پنهنجي مريدن وٽ تشريف فرما ٿيا ۽ آڌي رات مونکي سڏ ڪري چيو ته ( او پنجابي هيڏانهن اچ) سائين جن سان گڏ هڪ خادم هئي جنهن جي لاءِ سائين جن مونکي چيو ته انهيءَ کي زور ويهي ڏي آخر رات جا چار ٿيا سائين جن فرمايو ته (پنجابي ڏي خبر تنهنجو ڪهڙو حال آهي) تو زور ڪنهن کي پئي ڏنا هن چيو ته سائين مون کي ڪا خبر نه آهي جڏهن ٻيا ڪندو آيس ته خبر پئي ته سائين جن هڪ سفر تي ڪنهن ڳوٺ ۾ ويل آهن. مان ٻيا ڪندو ان ڳوٺ ۾ پهتس ته سائين جن هڪ اوطاق ۾ ويٺل هئا مان جيئن ئي اوطاق ۾ داخل ٿيس ته سائين مهدي شاهه جن ڏانهن ڪري چيو ته اهو پنجابي اچي ٿو پيو ان کي اندر اچڻ نه ڏيو. مان ٻاهر وڃي ويهي رهيس. ان کان پوءِ ڪجهه ڏينهن ان ڳوٺ ۾ قيام ڪيو ان کان پوءِ گهوڙن تي سوار ٿي ڪنهن ٻئي ڳوٺ وڃي رهيا هئا ته مان به



مہ ڪي تہ صرف اوهانجي صورت
سامهون هئي مون سمجهيو تہ مان
زور اوهان کي پئي ڏنا. هاڻي
سائين جن کي پڪ ٿي تہ هي سڀ
سانگا لاهي طالب ٿيڻ آيو آهي ۽
هن جو ايمان مضبوط آهي ۽ هي
ڪجهہ حاصل ڪري ويندو پاڻ
انکي چيائون تہ ڪوٽڙو ڪڻ تہ
درياھ جي ڪناري تي ٻاهر هلون
تا ان بهاني سان سائين جن مونکي
ذڪر ڏسيو ۽ مان پوري زندگي
سائين جن جي خدمت ۾ رهي
پيس. سائين جن جي فاني دنيا
کان وڃڻ کان اڳ منهنجو هٿ وٺي
سيد علي شاھ جن جي هٿ ۾ ڏنو
۽ فرمايائون تہ منهنجي هن فقير
جي پارت اٿو ۽ هن کي پاڻ کان
پري نہ ڪجو ان بعد ٿيو بہ ائين
فقير ساري زندگي سائين جن لاءِ
وقف ڪري ڇڏي. جڏهن دنيا کان
پڙدو ڪيو تہ نوڪر علي کي آزاد
ڪري ڇڏيائون ۽ حڪم ڪيو تہ
اسان جي خاندان جون تو تان
ديوٽيون معاف آهن هاڻي تنهنجي
مرضي آهي هٽ رهو يا ڪا ٻي
جڳهہ وڃي وسايو. اوهان کي هر
هنڌ عزت ملندي سچ تہ فقير جت بہ
ويندو هو اتي سندن کي عزت جي
نگاھ سان ڏٺو ويندو هو. هر شيءِ
فنا آهي ۽ فنا کي بقا آهي آخر
نوڪر علي، فقير بہ تياري ڪئي
اوڏانهن پنڌ پيو جتي انسان جي
منزل آهي. سندس کي پير شاهنواز
جي آستاني تي دفن ڪيو ويو. پير
شاهنواز (منسٽر). پير مظهر الحق
جا والد آهنا.

فقير سائين مهدي شاھ
جن جي هڪ ڪرامت جي ڳالهہ
آهي تہ مورو لڳ داد واهہ جي
سولنگي جيڪو اکين کان بلڪل
نابين هيو روزانو شاهپور جهانيان
سائين جن جي ڪچهري ۾ اچي
ويهندو هو ليڪن حجاب کان
ڪجهہ چئي ڪو نہ سگهندو هو.
هو مسلسل ڪچهري ۾ ايندو رهيو
سائين جن هڪ دفعي هن ڏانهن
مخاطب ٿي فرمايو تہ اهو شخص
اکين جي بينائي، لاءِ دل ۾ سوال
ڪئي روزانو اچي ٿو مگر پنهنجو
مقصد بيان نہ ٿو ڪري سگهي.
اسين تنهنجي ڳالهہ کي
سمجهي ويا آهيون هاڻي تون ڳوٺ
وڃي اکين ۾ اڪ جو کير سرائين
سان اکين ۾ وجهي پاءِ تہ تنهنجون
اکيون نيڪ ٿي وينديون ۽ تنهنجي
بينائي، بحال ٿي ويندي جڏهن اهو
شخص پنهنجي ڳوٺ آيو ۽
پنهنجي مٽن عزيزن سان انهيءَ
ڳالهہ جو ذڪر ڪيائين تہ انهن
کيس منع ڪئي تہ اڪ جو کير
اکين ۾ ڪو نہ وجهبو آهي. انهيءَ
مان نقصان ٿيندو آهي ڳالهہ ٻڌڻ
تي ان شخص جي دل ۾ پڻ بي
اعتباري پيدا ٿي ۽ هن چيو تہ چو
نہ هڪ اک ۾ اڪ جو کير وجهي
ڏسان جيڪڏهن نقصان ٿيو تہ بہ
هڪ اک کي ٿيندو هن اڪ جو کير
هڪ اک ۾ وڌو تہ هن جي اک جي
روشني تيز ٿي وئي. پاڻ ننڍپڻ ۾
ٿي پنهنجي والد سيد امام بخش
جي زير اثر رهيا ان ڪري سندن
زندگي ننڍ پڻ کان ئي ڪارنامہ
رنگ ۾ رنگجي ويا سندن حسب
نسب حضرت امام علي نقي عليہ
السلام سان ملي ٿو هڪ ڏينهن جو
ذڪر آهي تہ پاڻ پنهنجي هڪ
مريد وٽ ترسيل هئا جنهن جو
تعلق رياست خيرپور ميرس جي
گهرائي سان هو. اتي قيام پزير
هئا. هڪ ڏينهن منجهند جي وقت
جيئن پاڻ آرام ڪرڻ واسطي
پنهنجي ڪمري جو در بند ڪري
ڪڙو ڏئي بستري تي ستائي هئا تہ
هڪ آواز آيو تہ اٿي سجاڳ ٿيو
اوهان ستا پيا آهيو پاڻ ڇرڪ پري
اٿيا ۽ دروازي ڏانهن ڏنائون تہ بند
هو وري آواز آيو پاڻ ڪمري جي
چئني پاسي نظر ڦيرائي تہ سراٺي
واري پاسي هڪ سفيد ريش بزرگ
نظر آيو پاڻ بزرگ کي عرض
ڪيائون تہ اوهان ڪير آهيو بزرگ
فرمايو تہ نہ پڇو تہ بهتر آهي نہ تہ
اوهان جي زندگي جو سڪون هليہ

ر ـو پاڻ فرمايائون تہ اسان کي قبول اهي بزرگ نظر کان اوجهل ٿي ويو پاڻ ان ڏينهن کان سنا ويس ترڪ ڪري گيڙو الفو پاتائون ڪڏهن بہ کٽ تي نہ ستا نہ ئي سنو طعام کاڌائون انهي سان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ فقير سائين مهدي شاھ جن کي تلقين حسين علي عليہ وسلام جن وٽان ملي ڪجھ ڪتابن ۾ لکيو ويو آهي تہ پاڻ سائين روشن علي شاھ جا طالب هئا اهو غلط اهي ڪيس باطني تلقين بستري تي حسين بن علي عليہ السلام جن وٽان ملي ۽ ظاهري طلب پنهنجي والد بزرگوار سيد امام بخش شاھ وٽان ملي.

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ پاڻ شاهپورجهانيان ۾ پنهنجي خانقاہ جهانيان تي تشريف فرما هئا تہ هڪ شخص محمد موسيٰ کورائي آيو جيڪو پٽ جي اولاد لاءِ سوالي بنجي آيو هو چار پنج ڏينهن ڪچهري ۾ لڳيتو اچي ويهندو ۽ عرض ڪري نہ سگهندو هو هڪ ڏينهن فقير سائين جن سڏي ان کي چيو تہ جنهن وقت مان هتان نڪري وڃا تہ منهنجي حقي مان جيترين ڦوڪون پرينديون اوترا پٽ ٿيندئي جڏهن تہ فقير توکي منع ڪندا پر تون زوري بہ اهو عمل ڪري ونجاءِ ٿيو بہ ائين هڪ ڏينهن فقير سائين جن ٽوروُ پاهر اٿي ويا موسيٰ تاڙ ۾ ويٺو هو ۽ اچي پنج ڦوڪون پري ورتائين ايستائين فقيرن ان کي اتان هٽائي ڇڏيو خدا جي قدرت جو محمد موسيٰ کي پنج پٽ ڄاوا جيڪي اڄ بہ زنده آهن. هڪ دفعي جو ذکر آهي تہ پاڻ ننڍي عمر ۾ پنهنجي والد حضرت مخدوم امام بخش جهانيان جن سان گڏجي شاهپور جهانيان مان ٿندو جهانيان پهتا جتي سنڌ جو مشهور شاعر ۽ صوفي بزرگ فقير قطب علي شاھ جن فقير موليٰ کي ڏسي اٿي بيٺا. سائن مريدن جو هجوم بہ هيو جنهن ۾ ڪيترائي هندو ۽ مسلمان مريد بہ گڏ هئا جن پنهنجي پيشوا فقير قطب علي شاھ کي چيو تہ قبلا توهان هيڏي هستيءِ وارا بزرگ هن ٻار اڳيان اٿي بيهي استقبال ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. فقير قطب علي جن ماڻهن کي جواب ڏيندي چيو تہ هن ننڍڙي سيد زادي ۾ وڏي مٿيا آهي جنهن جي خبر حقيقي مالڪ کي آهي ۽ پيو مان ڄاڻان ٿو. هي هڪ اتر طرف کان انساني صورت ۾ بادل پيدا ٿيو آهي هن جي جواني اچڻ تي جيئن بادل برسي برسات وسائيندو آهي اهڙيءَ طرح هن مان برهہ بادل وانگر ساري دنيا تي برسات وانگر روحاني فيض جو ٻوڙ ٻوڙ ڪري ڏيندو. اسان هن جي عمر کي درگزر ڪري روحانيت کي سلام ڪيو آهي. فقير سائين جن ڪرامتن جي گواهي ڏئي رهيا آهن فقير سائين جن جون ڪيترون ئي ڪرامتون آهن جيڪر سندن زندگيءَ ۽ ڪرامات تي ويهي هي ناچيز غلام قلم ڪٿي لکي تہ ڪي ئي ڪتاب لکجي وڃن مگر سائين فقير موليٰ جو شان اعليٰ آهي.

سندن هن دنيا مان وڃڻ وارو وقت بہ هڪ عجيب هيو پاڻ آب ڪوثر جو پيالو پيتائون تہ هڪ ڪڪري آسمان تان ظاهر ٿي ۽ هلڪي هلڪي بوند ان مان وسڻ لڳي فقير سائين جن کي سينگاري سنواري سندن تڪئي تان جيڪو سوپي ديري ويجهو آهي جسم خاڪي کي کٽي گاڏين جي جلوس ۾ شاهپورجهانيان لاءِ روانا ٿيا تہ اها آسماني ڪڪري رحمت جو مينهن وسائيندي اچي شاهپورجهانيان پهتي جيستائين سائين جن کي لحد ۾ داخل ڪيو ويو تيستائين اها ڪڪري وسندي رهي سندن وفات ٣ آڪٽوبر ٢٠ رجب المرجب ١٩٥٩ع آهي ۽ ان تاريخ موجب سندن تڪئي (درگاھ) مبارڪ تي هر سال عرس مبارڪ وڏي عقيدت ۽ احترام سان ملهايو ويندو آهي.

# يد شبير علي جه نيان، عاجز اسلم لغاري

جڏهن بہ ڌرتي جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ظلم ۽ ڏاڍ جي بازار گرم ٿي آهي،حق ۽ سچ کي ستايو ويو آهي، ڪوڙ ڪپٽ، نا حق ۽ باطل جي بادشاهي قائم ٿي آهي، تڏهن پيار ۽ محبت جا متوالا، انسانيت جا علمبردار، حق ۽ سچ جي ساڃ ڏيڻ وارن، محبتي ۽ بهادر، ارڏن انسانن پنهنجون حياتيون انسانيت جي عظيم مقصد کي ارپي، ميدان عمل ۾ پاڻ ملهايو آهي.

برصغير ۾ اسلام جي آشاقي، محبت، سلامتي ۽ امن واري نظرئي جي پرچار جو سهرو تصوف جي تحريڪ جي سر تي آهي. تصوف جي تحريڪ بڻائي ٿي تہ هن خطي ۾ پيغام اسلام محمد بن قاسم کو نہ آندو هيو پر ان کان اڳ حضور اڪرم صلعم جن ۽ مولاءِ ڪائنات حضرت علي عليہ سلام جن جي حقيقي محبن پيروڪارن ۽ ساداتن جي قربانين سان پهتو انهن بزرگ هستين پنهنجي ڪردار، گفتار، محبت ۽ شفقت سان دين انسانيت (اسلام) کي پکيڙڻ لاءِ پنهنجو ڪردار نڀايو.انهن بزرگ هستين منجهان جهانيان خاندان جيڪي سرزمين عرب ، بخارا اچ شريف کان ٿيندو سچي برصغير ۾ پکڙجي ويو، توحيد، رسالت، امامت، عدل ۽ يوم حساب جي تشريع ڪندي انسان ذات جي ڀلائي لاءِ پنهنجون حياتيون وقف ڪيون ۽ هن خاندان جي عظيم شخصيت ۽ بزرگ هستي مخدوم سيد علي شاهہ جهانيان ڪنهن بہ تعارف جا محتاج ناهن.

پاڻ ٽين جولاءِ ١٩٢٤ ع تي شاهپورجهانيان ۾ جنم ورتائون



سندن والد محترم سيد هادي بخش شاهہ جهانيان (هادي سائين) پنهنجي وقت جا عظيم ڏاها، وڏا عالم، علم حڪمت جا ڄاڻو، شريعت جا پابند، آئمہ معصومين جي محبت ۽ عقيدت سان سرشار، شهداءِ ڪربلا جي غم ۽ عزاداري ۾ زندگي گذاري ۽ پنهنجي تربيت ۽ پرورش سان اهوئي رنگ پنهنجي پياري فرزند



مخدوم سيد علي شاهہ جهانيان ڏانهن منتقل ڪيائون.

مخدوم سيد علي شاهہ جهانيان جن ظاهري تعليم شاهپورجهانيان ۾ حاصل ڪئي ۽ باطني علم ڪين ورثي ۾ مليو. پاڻ سنڌي، سرائيڪي، فارسي، اردو ۽ عربي ٻولين تي عبور رکندڙ، تاريخ، مذهب، فقهہ، فلسفي، تصوف جي ڄاڻ رکندڙ، اهل علم ۽ دانش، حڪمت جا ڄاڻو، شعر ۽ سخن جا ماهر، علم ۽ ادب جا پارکو، اصول پرست، بهادر سخي ۽ رحم دل هئا، محبت ۽ شفقت جا مجسم هئا .زندگي جي ابتدائي ڏينهن ۾ پاڻ مذهبي رنگ ۾ رهيا جڏهن سندن والد محترم هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو ۽ سندن وڏن ڀائرن سيد علي گل شاهہ جهانيان ۽ سيد علي رضا شاهہ جهانيان جن خاندان جي پڳ ۽ درگاهہ جي سجاده نشيني کان انڪار ڪيو تہ پاڻ پنهنجي چاچي عظيم صوفي شاعر فقير مهدي سائين جن جي اسرار

..تي هي اهم ذميواري ڪنيائون. شروع ۾ ڪين پنهنجي چاچي چيو ته اوهان اسان جا آهيو اسان ڪان پري نه رهو ۽ فقير سائين جن اشارن ئي اشارن ۾ ڪين پاڻ ڏانهن متوجهه ڪيو پاڻ ڪانئن بيحد متاثر ٿيا ۽ سندن طالب ٿيا ۽ فقير مهدي سائين جن سندن طالبيء جو نانءُ شير علي سائين رکيو .شير علي سائين جن پنهنجي مرشد مهدي سائين جي اطاعت ڪندي گيڙو رتو ويس ويڙهي نئين زندگي جي شروعات ڪيائون ۽ تصوف جي تحريڪ جا تسلسل بڻجي معرفت جا موتي پکيڙيندا رهيا.

سندن مرشد مهدي سائين اڪثر پيرن ۾ چير بڌل پنهنجي منفرد انداز سان راڳ ويراڳ ۽ شعر و سخن جي رنگ ۾ پنهنجي فقراهن سان گڏ هوندا هئا. سندن محبت ۽ عقيدت ۾ شير علي سائين جن هڪ لازوال ڪافي (چيريا والا ميڏا سائين ..........) چئي جيڪا اڪثر ڪري صوفين جي سنگ سان پڙ گهائيندا هئا ۽ اڪثر يڪتاري تي عارفانه بول پنهنجي مرشد جا ۽ پنهنجا ڳائيندا هئا.

پاڻ پنهنجي خاندان ۾ پنهنجي مرشد فقير سائين جن ڪان پوءِ سڀ ڪان اعليٰ مقام رکندڙ شاعر هئا. سندن ڪلام، عشق، عقل ۽ علم جوسنگم آهي. عشق جي عظمت، انسانيت جي معراج، محبت جو رتبو، مرشد جي ثنا، خالق جي وحدانيت، مصطفيٰ صلعم جي رسالت، مرتضيٰ جي ولايت، آئمه معصومين جي محبت ۽ محبوب سان رمز ۽ رموز سندن شاعري جو محور آهن حضرت علي عليہ سلام جي شان ۾ پاڻ فرمائين ٿا ته:

عين عالم جو اجهو آذار انور آ علي



تنهن سان چڏ حاسد حسد
ڪر ڏيان تون دل جان سان
لام آهي لافتا الا علي لاسيف سو
دارين جو داور الئي
تون رک ملت مردان سان
يي يا ور آهي سدا هر مشڪل ۾ مهدار سز
قرب جو آهي قدم تنهنجو ملڪ انسان سان
رهبر راهه اسان جو علي ولي آ مولا علي آ
عين لام ۽ يي سان علي جي تشريح جو خوبصورت انداز من موهيندڙ آهي. علي جي نانءُ سان بغض رکندڙ ملن لاءِ پاڻ فرمائين ٿا ته:

ملن جو آ مدائيو شير خدا
جي شان سان گافل اهي گيتا گڏن
قادر سندي قرآن سان
هر هر حديثن کي پڙهي ملن
منجهايو ملڪ کي
پنجتن جو پاسو چڏي نسبت
رکيائون نعمان سان
مطلب ته حب علي ابن ابي طالب
عليہ السلام سندن ورد هيو. انساني معراج ۽ عظمت ۽ خدا سان عشق جو اظهار هن ريت ڪن ٿا ته (آهيان پاڻ الله عشق منجهان ٿو عبد سڏايان) جيڪو فلسفو عشق بنا سمجهڻ اوکو آهي ۽ عشق ۾ پتنگ جيئان پڇڻو پوي ٿو ۽ باري بار ڪڻندي چون ٿا ته (چايم بار برهه جو باري. ناهي ڪم ڪچن جو رکڻ يار ياري) برهه جي بازي هر ڪنهنجي وس نه آهن. سندن ڪلام ۾ محبت ۽ عشق جي سمجهاڻي ۽ هن پنڌ جي اٿانگن پيچرن جي آگاهي ڏنل آهي. سندن ڪلام ۾ فاٿق جي فرمان جي تشريح آهي ته بولي جي باجهه بہ. سندن ڪلام آفاقي ۽ الهامي آهي. جنهن مان پيار جي پياس پوري ڪري سگهجي ٿي.

شعر وسخن ۽ راڳ رنگ سائين جن لاءِ عبادت جو درجو رکندو هو ۽ هر وقت ڪلاسيڪي، عارفانه ۽ صوفيانه ڪلام درگاهه تي فقراءَ توڙي وقت جا وڏا گويا ڳائيندا رهندا هئا ۽ هر ماهه جي چوڏهين تي ڪيترائي عقيدت مند درگاهه تي حاضري ڀرائي سائين جن جي قدم بوسي ڪندا هئا ۽ پوءِ راڳ رنگ جون رونقون درگاهه جي اڱڻ ڪي واسي ڇڏينديون هيون. ڪيترائي عظيم راڳي سائين جن جا طالب هئا جيڪي فقير سائين ڪان پوءِ ساڳي محبت ۽ عقيدت سان مخدوم سيد علي شاهه جن وٽ حاضري ڀرائيندا هئا استاد منظور علي خان پڻ فقير سائين جن جا طالب هئا.

سندن اصلي نالو محمد خان هو ۽ منظور علي خان فقير سائين جن جي طالبي جو نالو هئس ۽ سو پڻ اڪثر سائين شير علي سائين جن جي صحبت ۾ رهندا هئا ۽ فقير سائين جن جو پيو طالب نوڪر علي پڻ فقير سائين ڪان پوءِ سائين سيد علي شاهه وٽ رهيو ۽ سائين جن ڪان پوءِ آخري وقت تائين هن خاندان جي نوڪري ڏيندي ڪجهه سال اڳ لاڏاڻو ڪري ويو سندس مزار دادو ضلعي ۾ واقع آهي مخدوم شير علي سائين جن جي طالبي، ۾ ڀهريو پيرو پنجاب جي ضلعي گجرانواله. شڪر ڳڙه، ملتان ۽ ٻين علائقن مان ڪيترائي عقيدت مند آيا ۽ اڄ تائين هن گادي سان منسلڪ آهن فقير مهدي سائينءَ جو طالب فقير جانڻ چن جن جي طالبيءَ ۾ پڻ ڪيترائي فقير آيا سو پڻ فقير سائين جي لاڏاڻي ڪانپوءِ به آخري دم تائين پنهنجي فقيرن سان هر ميلي تي حاضري ڀريندو هيو ۽ سيد مخدوم سيد علي شاهه جن جي حاضري پڻ ڏيندو هيو.



سنڌ جي ڪيترن ئي درگاهن جا درويش ۽ فقراءَ اڪثر سائين جن وٽ اچي محفلون مچائيندا هئا. فقير نواب ولي محمد لغاري محمد فقير ڪٽياڻ فقير رڪيل شاهه جي درگاهه جا فقير، فقير وزير علي ڪلهوڙ، خوش خير محمد فقير، جهوڪ شريف، تاجپور ۽ ٻين درگاهن جي فقيرن سان سائين جن جا محبت ڀريا ناتا هئا. پاڻ لاهوت لاءِ مڪان، پٽائي، قلندر، سچل ۽ ٻين ميلن تي پڻ ويندا هئا.

ڪين علم ۽ ادب سان پڻ بي حد چاهه هوندو هو. جنهن جو مثال سندن وڏي ذاتي لائبريري آهي. جنهن ۾ ڪيترائي اڻلڀ ۽ ناياب قيمتي تاريخي، مذهبي، فقهي ادبي ڪتاب ۽ قلمي نسخا موجود آهن ۽ ان منجهان فيض ياب ٿيڻ لاءِ ڪجهه مواد ناميارو تاريخ دان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پڻ سائين جن وٽان کڻي ويو هو. پاڻ جڏهن ١٩٨٠ع ڌاري ٽائون ڪاميٽي شاهپور جهانيان جا چيئرمين ٿيا ته ٻين ترقياتي ڪمن سان گڏ باب جهانيان سان گڏ (جهانيان لائبريري) قائم ڪيائون. جهانيان جي ميلي تي ادبي ڪانفرنس جو بنياد رکيائون. سنڌ جي ڪيترن ئي ادبي پروگرامن، شامن ۽ مشاعرن ۾ پاڻ موجود هوندا هئا. سنڌ جي مختلف حصن مان اديب شاعر محقق تاريخ دان ڪهي اچي وٽائين رهنمائي حاصل ڪندا هئا. خاص ڪري شاهپورجهانيان جي نوجوانن جي ادبي رهنمائي ۽ مالي مدد سان گڏ هر قسم جو سهڪار ڪندا هئا ۽ سندن ئي ساٿ سان ڪيترائي نوجوان ادبي دنيا ۾ اڳڀرا ٿيا ۽ سندن ئي محبت ۽ شفقت ۽ رهنمائي هئي جو اسان ڪجهه لکي ۽ ڳالهائي سگهون ٿا ۽ اڄ به

شاهپور جهانيان جي ادبي گلشن ۾ سندن آبياري جو اثر موجود آهي.

پاڻ انتهائي رحم دل ۽ خدا ترس هوندا هئا جو بہ سائل ڪڏهن بہ ڪانئن خالي ڪو نہ موٽيو. آڏي هجي يا ٽتل ڏينهن هر وقت پاڻ غريبن جي ڪم اچڻ لاءِ اوسيئڙي ۾ هوندا هئا ۽ پيرين اگهاڙي ۽ پيرين پنڌ مسڪينن جي واهر لاءِ نڪري پوندا هئا.

پاڻ هٿ جا ڪليل ۽ انتهائي سخي هوندا هئا هر وقت سندن اڱڻ تي لنگر هلندو هيو ۽ پنهنجن هٿن سان لنگر ورهائيندا هئا مهمانن جي ميزباني ڪندي انتهائي سرهائي محسوس ڪندا هئا. سندن ڪچهرين ۾ اهڙو تہ رس هوندو هو جو دل نہ چاهيندي هئي تہ ڪو ڪچهري مان اٿجي. آءٌ پاڻ پنهنجي ڏاڏا زوار غلام حسين لغاري سان ننڍ پڻ کان سائين جن جي ڪچهرين ۾ ايندو هوس ۽ سائين جن جي شفقت نصيب ٿي ۽ منهنجو سائينءَ طرفان نالو (افلح) عرف اسلم رکيو ويو ڪيترائي علم پريا جام پيتا سين ۽ معرفت جا موتي ماڻياسين.

سائين انتهائي بهادر ۽ اصول پرست هئا هڪ پيرو نوابشاهہ ۾ فيلڊ مارشل محمد ايوب خان ڪليل ڪچهري ڪئي هر ڪو ڪيس آئي مليو. ايوب جو دبدبو ۽ دهشت چگن پلن ڪي جهڪائي ڇڏيندي هئي پر سائين جن نہ اٿيا ۽ نہ ئي هٿ ڏنائين. جيڪا ڳالهہ صدر ايوب محسوس ڪندي سائين جن جي شخصيت بابت پڇا ڪئي معلوم ڪرڻ تي سائين جن سان مليا ملڻ شرط سائين جن چين تہ هڪ آمر سان آءٌ ڪيئن هٿ ملايان. اها هئي سندن جرئت ۽ بهادري. پاڻ جڏهن ٽائون ڪاميٽي جا چيئرمين هئا تہ شهر



۾ ڪيترائي ترقياتي ڪم ڪرايائون جنهن ۾ باب جهانيان، جهانيان لئبريري، ريسٽ هائوس، شادي حال، ڍڪ ۽ ٻيون عمارتون قابل ذڪر آهن. جنهن جو افتتاح ان وقت جي وزير بلديات سيد فخر امام ڪيو هيو. جن مان ڪن تي بااثر ماڻهن قبضا ڪري ڇڏيا آهن انهن ڏينهن ۾ سائين جن جي عوام دوست ڪردار ڪان خوفزده ٿي ڪري ڪيترائي مفاد پرست سندن دشمن ٿي بيٺا ڏسٽا وائسٽا ماڻهون مخالف ٿي پيا. سائين جن کي ڪيترين تڪليفون ۽ ذهني پريشانيون ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر هي بهادر ۽ اصول پرست انسان بر: باري ثابت قدمي ۽ سچائي سان هر مشڪل کي منهن ڏنو. ڪڏهن مايوس ڪونہ ٿيا سائين جن رسول اڪرم ﷺ جي سنت تي هلندي دشمنن ۽ منافقن سان بہ خلق ۽ خنده پيشاني سان ملندا هئا ۽ ڪين مان ڏيندا هئا.

جهانيان خاندان جي بزرگن جو ڪردار اهڙو هيو جو وڏيون شخصيتون هن گادي تي اچي جهڪنديون هيون ۽ سلام ڪنديون هيون. تمام هڪ پيرو مخدوم محمد زمان طالب المولي. فقير سائين جن سان ملڻ آيو تہ باب جهانيان وٽ ئي جتي لاهي پير اگهاڙا ڪري درگاهہ تائين پنڌ اچي عقيدت جو اظهار ڪيائين.

خيرپور رياست جو آخري گورنر مير علي ڏنو خان ٽالپر پڻ سائين جن جي عقيدت ۽ صحبت ۾ رهيو. سائين جن حڪمت جي ڄاڻ پنهنجي والد کان حاصل ڪئي. ڪيترائي مريض سائين جن جي هٿان شفاياب ٿيا. جنهن ۾ هڪ لا علاج مريض جئيل خان پيلار سندن نسخہ مان صحتياب ٿيو ۽ ڪيترائي عقيدت مند سائين جن کان حڪمت بہ

سکيا ۽ شعر و سخن ۽ راڳ رنگ ۽ نه محبت آل محمد جا موتي به ماڻيائون سائين جن هڪ دردمند دل رکندڙ بيحد حساس هوندا هئا اڪثر ڪري غم حسينؑ عليہ ۾ سندن اکين مان آب رکندو ٿي ڪونه هو محرم جي ڏينهن ۾ ڪارو ويس پڪيندا، ڪير ۽ خوشيءَ ڪان پرهيز ڪندا هئا.

هر سال نائين محرم تي مجلس عزا ۽ ماتمي جلوس جو احتمام ڪندا هئا ۽ ان دوران مسلسل روئندا رهندا هئا ۽ سڪتي ۾ هوندا هئا جيڪا روايت اڄ تائين جاري آهي فقير سائين جن جي ميلي ۾ راتيون پور ۾ هڪ پيرو محفل ۾ حسين بخش ڍاڍي ڪلام ڳائي رهيو هيو ته:

تئين نينهن سمجهايا مينو عشق آهدن.....

جنهن ۾ امام حسين عليہ السلام جن جي شهادت جو ذڪر. هيو پاڻ بي اختيار روئيندا رهيا ۽ جهولي موجود هزرين روپيہ ان هڪ ڪلام دوران فنڪار کي ڏئي ڇڏيائون اها هئي سندن محبت حسين عليہ. يا علي مدد عليہ ۽ حق موجود جو ورد هر وقت جاري رهندو هيو جنهن جي اثر سان ڪيتريون ئي دليو علي عليہ السلام جي محبت سان هن درگاهه تان سرشار ٿيون.

پاڻ بهترين منتظم به هوندا هئا جهانيان جي ميلي جي انتظام جي نگراني خود ڪندا هئا جڏهن ميلو درگاهه جي اوپر طرف لڳندو هيو تڏهن ميلي جي مختلف بازارن جي ترتيب اهڙي ته سهڻي هوندي هئي جو ڇگن پلن ترقي يافتا ملڪن جي شهر جي سونهن کي مات ڪري ڇڏيندي هئي سائين جن سرپرستي هيٺ ميلي جي نگراني ۽ انتظام سائين جن جو ويجهو عقيدت مند زوار غلام حسين لغاري ۽ حافظ عبدالرحمان چنو ڪندا هئا.

بهترين انتظامن سبب ڪين انعام پڻ ملندا هئا. داد واهه سان لڳ ملاڪڙو ميلي جي سونهن



هوندو هو ۽ روضي مبارڪ جي اڱڻ ۾ چانڊوڪين راتين ۾ استاد منظور علي خان جي گائيڪي سبب ماحول کي مئر ڪري ڇڏيندا هئا. سائين جن سان ڪيترائي عقدت مند هر وقت ڪچهريون ڪرڻ لاءِ آتا هوندا هئا سائين جن جا خاص طالب عقيدت مند ۽ صحبت ۾ رهندڙ ڪجهه اهم ماڻهون جيڪي اسان به ڏنا آخر ۾ انهن جو ذڪر ڪرڻ به انهن ماڻهن لاءِ اعزاز آهي جيڪي سائين جن جي صحبت ۾ رهيا. انهن ۾ نانگل فقير، نشان علي فقير، فقير اقرار علي، فقير نوڪر علي، سيد نبن شاهه، ملنگ محمد هاشم (وڪيل)، جمال لادين مومن (مرحوم)، حافظ محمد بخش خاصيخلي رئيس مهر علي وڳڻ، سرائي عرض محمد (فقير لغاري مرحوم)، محمد صالح ڏاهري، زوار غلام حسين لغاري، سيد لعل محمد شاهه، تپيدار گل حسن لغاري تپيدار محمد يونس لغاري، حاجي خان لغاري، ۽ صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڊڙو قابل ذڪر آهن.

جهانيان خاندان جي هي عظيم شخصيت هئي جنهن محبت وفا بهادري اصول پرستي شرافت علم ۽ ادب جا پيڪر اسان سڀني جا ڇپر ۽ ڇانوءَ ۽ مرشد، رهبر مخدوم سيد علي شير سائين پنهنجو ماڳ مٺائي خالق حقيقي ڏانهن تاريخ ١٥.٦.١٤٨٥ بروز جمع مطابق ٨.٣.١٩٨٥ تي رضا رباني سان منتقل ٿيا.

# سيد علينواز (نواز) جهانيان



ليکڪ:
سيد مقبول
جهانيان

(صوفي الحيدري)

جهانيان خاندان هڪ وحدت جي وادي آهي جيڪا مديني کان ڪربلا، بخارا کان ٿيندي، جڏهن برصغير ڏکڻ ايشيا ۾ داخل ٿئي ٿي، ته اها اچ کان احمد آباد ۽ شاهپورجهانيان کان حيدرآباد ۽ ڪڇ تائين پهچي ٿي. ۽ جڏ ـ جتان بـ گذري اتان اتان ان وهندڙ وادي ۾ مان وقت بوقت اهڙا انمول لعل لڌا جن واقعي برصغير ڏکڻ ايشيا ۾ تصوف کي هڪ نئون موڙ ڏنو. ۽ تصوف جي ان نئين رخ جو وجود ۾ اچڻ جوشرف درگاهه شاهپورجهانيان کي حاصل آهي. چو تـ اڳ تصوف جا چار طريقا اختيار ڪيا ويندا هئا. جن ۾ قادري، نقشبندي، سهروردي ۽ چشتي سر فهرست هئا. ۽ انهن ئي طريقن سان ڪسرتون ڪيون وينديون هيون. پر جڏهن کان طريقت جو پنجون طريقو صوفي الحيدري منظر عام تي آيو ۽ انقلابي صورت ورتائين تـ اڳين طريقن سان تعلق رکندڙ صوفين ۾ اهو تجسس پيدا ٿيو تـ ان طريقي جي خالق (ناهيندڙ) سان ملجي ۽ ڄاڻ حاصل ڪجي. اها حسرت ڪئي ڪيترائي صوفي



شاهپورجهانيان پهتا. جڏهن انهن جي علم ۾ اها ڳالهه آئي، تـ هن طريقي جو خلقيندڙ جهانيان خاندان جو فرد سيد غلام مهدي سائين جهانيان المعروف فقير مهدي سائين آهي، تـ پوءِ ٽولن جي صورت ۾ ڏورانهن علائقن کان ڪيترائي صوفي درويش ايندا رهيا ۽ فيضياب ٿيندا رهيا.

سرڪار مهدي سائين جن جي شخصيت ۽ سيرت پاڪ ۽ ڪردار هميشه مذهبي مڪرن ۽ ڏاڍن جي ڏاڍائين غلط ريتن رسمن جي خلاف آواز اٿاريو ۽ پاڻ سچائي جو پيغام ڏنائون جيڪو اڄ تائين قائم ۽ دائم آهي. تـ پوءِ چو نـ ان پيغام کي گهر گهر پهچائيندڙن سرڪار مهدي سائين جن جي طالبن جو ذڪر ڪيو وڃي جن حق ۽ سچ چوڻ ۽ برداشت ڪرڻ جو پيغام پنهنجي مرشد پاڪ جي اجازت سان حق واري هوڪي جي صورت ۾، پري پري تائين پهچايو. جن سرويچن سپاهين فوج فقر ۾ رهي، پنهنجي سپهه سالار (مرشد پاڪ) جي امر سان هن طريقي جي پرچار ڪئي، انهن ۾ سيد علينواز جهانيان طريقت جو نالو نواز علي بلقب (نواز) جن پڻ

هن حقيقت جي هوڪي ڏيڻ لاءِ وسنديون واهڻ شهر بر، جهر جهنگل پهاڙ، ڏونگر ڏوريائون ۽ هر جاءِ حق چيائون.

اهيا پاڻ وحدت الوجودي واڪاڻ سندن مرشد پاڪ طرفان عطا ٿيل طريقت جي سبق مطابق ڪيائون ۽ ڪافي مشڪلاتون سندن سامهون آيو سي سڀ سر تي سهي، ائين چوندا رهيا جيئن سندن شعر ۾ آهي ته:

(عشق جي عريان ڪيا
.تن ڪي علامت ڇا ڪندي
برهه جي بي خود ڪيا
.تن ڪي بغاوت ڇا ڪندي؟)
(سرڪار علينواز جهانيان)

سندن ولادت باسعادت 1903ع شاهپورجهانيان ۾ ٿي. سندن والد بزگوار جو اسم مبارڪ سيد ڏٿي بخش جهانيان هو. (سيد علينواز جهانيان المعروف نواز علي ٻن جو ننڍ پڻ) پاڻ اڃا ڇئن مهينن جا عمر جي لحاظ کان مس ٿيا ته سندن والد سيد ڏٿي بخش جهانيان جن هن فاني دنيا مان لاڏلو ڪري ويا. ان ڪانپوءِ سندن پرورش سندن چاچي سيد هادي بخش جهانيان جن ڪئي ۽ انهن جي ئي سرپرستي ۾ پروان چڙهيا ۽ جوانيءَ جي دهليز تي قدم رکيائون.

پاڻ تعليم پڻ پنهنجي چاچي کان حاصل ڪيائون. تعليم ۾ پاڻ سنڌي اردو، فارسي، هندي، فقهه، ڪلام پاڪ، حديث جي مڪمل ڄاڻ رکندا هئا. ۽ ظاهري اسڪول ۾ سنڌي جا ٽي درجا پڙهيائون.

پاڻ جواني جو ڪجهه حصو، شاهاڻي نموني گذاريائون. پاڻ جواني ۾ سٺي پوشاڪ پهرڻ گهوڙي سواري ڪرڻ ۽ سٺن پهلوانن سان زور آزمائي جو شوق پڻ رکندا هئا. پاڻ آخر تائين به، گهوڙي سواري جا شوقين رهيا.

سندن وهي جو هڪ واقعو زباني فقير سبز علي نانگو درگاهه جهانيان هن ريت بيان ڪندو هو ته، هڪ دفعي جهانيان جي ميلي تي سائين علينواز (نواز) جن سان گڏ بين درويشن کان علاوه خود ڄاڻ ڏيندڙ يعني نانگي سبز علي جي چوڻ مطابق مان ۽ فقير ارباب علي زنگيجو گڏ هياسين، ميلو گهمندي چڙيا گهر ۾ ويا سين، پاڻ سائين علينواز (نواز) جن شينهن جي پڃري جي اڳيان هلي بيهي رهيا.

ارباب علي زنگيجي کي حڪم ڪيائون ته، جيڪا تنهنجي هٿ ۾ (لوڙهه لٺ) آهي انهيءَ جي اشاري سان شينهن کي اٿار ته. چگي طرح سان ڏسي سگهجي. فقير پڃري جي اندر لوڙهه (لٺ) جو ڪجهه حصو داخل ڪيو جيڪو، شينهن کي لڳو جيئن شينهن کي لوڙهه (لٺ) جي نوڪر ائي تيئن ئي شينهن يڪدم جهڙپ ڏئي پنهنجي چنبن جي طاقت سان ان لوڙهه (لٺ) کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳو، جيڪو لوڙهه (لٺ) جو حصو شينهن جي چنبن ۾ آيو. لوڙهه (لٺ) جي ان حصي تي لوهه جون ڪڙيون تمام مضبوطي، سان جڙيل هيون. شينهن پنهنجا چنبا با آساني سان ڪڙين ۾ ڦاسائي ڇڏيا. فقير ڪافي زور لڳايو، ڇو ته فقير ارباب علي زنگيجو پاڻ به هڪ وڏو پهلوان هيو. آخر ڪاردانهن ڪيائين ته سرڪار (لٺ) وٺي. جنهن تي پاڻ سائين علينواز (نواز) جن يڪدم فقير کان لوڙهه (لٺ) وٺي جذبات ۾ اچي اهڙي ته ڇڪ ڏنائون جو لوهه جون سڀ ڪڙيون روڙجي شينهن جي چنبن ۾ رهجي ويون ۽ سائين جن لوڙهه (لٺ) شينهن کان کسي ورتائون.

پاڻ جڏهن دست بيعت طالب طريقت سرڪار سائين مهدي سائين جن جا ٿيا ۽ فڪر جي ڦرهي پڙهيائون پوءِ سڀ عيش عشرتون ڇڏي نفي ۾ نروار ٿي

اصل اثبات ڪيائون. سندن شمار
ڏکڻ ايشيا جي سٺن شاعرن ۾ ٿئي
ٿو. جن پنهنجي شعر وسيلي
حقيقت کي اجاگر ڪيو. سندن
حاضر جوابي ۽ شاعري جي
پختگي جو اندازو جيڪو هيٺ ڏنل
ذڪر آهي ان مان بخوبي اندازو
لڳائي سگهجي ٿو.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي
ته مخدوم سيد حسن جهانيان جي
ميلي جي موقعي تي سرڪار
مهدي سائين جن جي محفل ۾
سنڌ جا نامور سخن ور شاعر
موجود هئا. جن ۾ محمد فقير
کنياڻ رئيس امام بخش جتوئي
(عرف صابر فقير). مظهر فقير
لاکو، مخدوم غلام محمد هالائي،
محمد فقير هيسباڻي ۽ ڪيترائي
ٻيا موجود هئا.

آواز ڪلام شروع ٿيو ته
هڪ (گائڪ) هڪ قصيدو چيو،
جنهن تي پاڻ سرڪار مهدي پاڪ
جن فرمايو، جيڪي به سخن ور
ويٺا آهيو، سڀئي هڪ هڪ شعر
پنجتن پاڪ جي شان ۾ چئو. سڀ
کان پهريائين پاڻ سرڪار مهدي
پاڪ جن هي ٻول چيا:

بني هاشمي نور – نرمل
نرالي،
ڏيون اٿ قطاران – بي
شڪ بخشڻ والي.

ان کان پوءِ سائين علينواز
(نواز) جهانيان جن کي چيائون ته،
اوهان به موليٰ جي شان ۾ ڪجهه
ٻڌايو. پاڻ هيٺيون شعر پڙهيائون.

ختم النبي – سر سڏاوڻ
تون صدقي.
امامت علي – اول آوڻ تون
صدقي.

اهڙي طرح ٻين سخن ورن
به پنجتن پاڪ جي صفت ۾ شعر
چيا.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي
بقول سرڪار شير علي سائين
درگاهه مانڌم تي رسول بخش
سائين جن جو ميلو هو، ان ميلي
جي موقعي تي راڳ ويراڳ جي ۽
روح رهاڻ جي وڏي محفل هلي
رهي هئي ان محفل ۾ سرڪار
مهدي سائين جن پڻ رونق افروز
هيا. ٻيا به ڪيترائي شاعر موجود
هئا جن ۾ محمد فقير کنياڻ فقير
نور علي (مظهر) لاکو، فقير
صوفي صادق علي ڪنير، سيد
علينواز (نواز) جهانيان سائين
شير علي جهانيان سائين معراج
علي جن موجود هئا. راڳ جي
محفل جاري هئي، پاڻ سرڪار
مهدي سائين جن مراقبي ۾ ويٺا
هئا. هلندي محفل ۾ اچانڪ محمد
فقير کنياڻ اٿي بيٺو.

هن شعر ۾ هڪ سوال
ڪيو. فقير شعر مس ختم ڪيو ته
پاڻ سرڪار مهدي سائين جن
مراقبي مان منهن مبارڪ ڪڍي
سچي محفل ڏانهن ڏٺائون ۽ سائين
علي نواز جن کي اشاري سان
چيائون ڳالهه ته فقير سچي ڪري
رهيو آهي. ۽ جواب طلبي رهيو
آهي. توهان فقير کي اهڙوئي سچو
جواب ان انداز ۾ ڏيو جنهن انداز
۾ فقير سوال ڪيو آهي. تنهن تي
سائين علينواز (نواز) جن چيو
جيڪو حڪم سرڪار ۽ ان کانپوءِ
محمد فقير کنياڻ ڏي منهن ڪري
فقير کي چيائون ته شعر کي وري
ورجائجو. فقير شعر وري ورجايو
جيڪو هن طرح آهي.

اڏيءَ ڪات جو سارو
ڪير سير،
کهڻ وارو ڪير ڪڏي
ڪسي ڪير ٿو؟

جنهن جي جواب ۾
سائين علينواز (نواز) جن فرمايو
ته:

اڏيءَ ڪات جو
سمجهير سارو ساز،
کهڻ وارو ناز ڪڏي
ڪسي راز ٿو.

جنهن تي سرڪار مهدي
سائين جن فرمايو ته توهان جواب
صحيح ڏنو آهي جو ته کهي نار

ٿو ۽ ڪسي راز ٿو. پاڻ مولا علي جي ولايت تي ۽ پنج تن پاڪ جي محبت ۾ ڪافي شعر چيا آهن. مختصر ڪجهہ پيش ڪجن ٿا:

ختم النبي سر سڏاوڻ تون
صدقي.
امامت علي اول آوڻ تون
صدقي.

پاڻ هڪ ٻئي شعر ۾ چيو آهن جيڪو اردو ۾ آهي:

حيدر تمهين حيدر تمهين
حيدر نا ڪهون ڪيون.
احمد ڪا وصي آپ هين
انور نا ڪهون ڪيون.

سندن زندگي ننڍ پڻ کان وٺي جوانيءَ ۽ آخر تائين ڏاڍي من موهيندڙ ۽ حقيقت سان ڀريل موتين جي آهن مالا آهي جنهن جو هڪ هڪ مٽيو انساني فطرت جي تمام نزديڪ آهي. پاڻ سير وسياحت پيرين پنڌ ڪيائون ان سڄي سير وسياحت ۾ سندن ٽي وڏا سفر قابل ذڪر آهن. جن جي وضاحت تمام طويل آهي پر مختصرن سفر ڪجهہ هن ريت آهن.

پهريون سفر لاڙڪاڻي (وليدن) کان لاهوت جو ڪيائون جيڪو تقريبن هڪ سال تي مشتمل آهي دوران سفر ڪين ڪيئي واقعا پيش اچن ٿا جن جو تفصيل پڻ ڏکو آهي.

پاڻ ٻيو سفر شاهپورجهانيان کان لاهوت تائين ڪيائون جيڪو قلندر لعل شهباز جي درگاهہ کان شروع ٿئي ٿو ۽ شاهپورجهانيان ۾ اختتام پذير ٿئي ٿو. اهو سفر ٽن مهينن تي مشتمل آهي.

سندن ٽيون سفر جيڪو سيني کان وڏو سفر آهي جيڪو ڇهن سالن تائين مشتمل آهي. پاڻ هن سفر جي شروعات روهڙيءَ کان ڪن ٿا هن سفر ۾ سڄو ٿر جيسر مير تائين جيسر مير کان ڪارونجهر ان ڪانپوءِ ننو. نئي ڪان پوءِ پنپور ۽ سسئيءَ وارو پنڌ وٺي وندر ووڙئيندا پب تي پيرپٺون ڪندا هاڙهي تي هڪلي ويا. پاڻ ان سفر ۾ مڪران تائين پهتا ۽ واپسيءَ ۾ ٺاٺو بولا خان کان ٿيندا حيدرآباد سائين قطب علي جهانيان جن جي ميلي تي پهتا. ٽي ڏينهن ترسڻ بعد پاڻ وري لاهوت ڏانهن روانا ٿيا. ۽ اتي ترسي پيا. جتي ڪين پنهنجي مرشد پاڪ جو پيغام حڪم جي صورت ۾ فقير معراج علي زنگيجي پهچايو. اهڙيءَ طرح پاڻ پنهنجي مرشد جي حڪم تي ١٧ رجب جهانيان جي ميلي تي اچي پنهنجي مرشد پاڪ جي قدم بوس ٿيا. پاڻ جيئن ئي قدم بوس ٿيا تہ سندن مرشد پاڪ صرف هڪڙو لفظ فرمايو (آفرين) مينديءَ کان ٻئي ڏينهن تي اڪيلائيءَ ۾ سرڪار مهدي سائين جن سائين علينواز (نواز) جن کي ويهاري ڪجهہ فرمايائون جنهن کان پوءِ پاڻ سائين علينواز (نواز) جن جامون چيريون لاهي مرشد پاڪ جن جي اڳيان رکيائون ۽ چيائون تہ سرڪار جو جيئن اڳتي حڪم هجي جنهن تي سندن مرشد پاڪ جن فرمايو. هاڻي توهان کي جهان ڏانهن ورڻو پوندو جهان ۾ رهي ڪري بہ پنهنجو ذڪر فڪر جاري رکي سگهجي ٿو.

مرشد پاڪ جي فرمان جاري ٿيڻ کان پوءِ پاڻ شاهپورجهانيان ۾ ئي ترسي پيا ۽ پنهنجي چاچي سيد هادي بخش جهانيان جن سان گڏ رهڻ لڳا. ڪجهہ وقت گذرڻ کان پوءِ سندن مرشد پاڪ سائين علينواز (نواز) جن کي فرمايو تہ توهان شادي ڪريو جڏهن سندن چاچي سيد هادي بخش جهانيان جن کي اهيا خبر پئي تہ سرڪار مهدي سائين جن سائين علينواز (نواز) جن کي شادي لاءِ چيو آهي. تہ ان کان پوءِ پاڻ سيد هادي بخش

جهانيان جن پنهنجي ٻنهي پائيڻن هر هڪ سيد علينواز (نواز) جهانيان ۽ سيد موج درياهه جهانيان جن جي شادي ڳڏ ڪرائي ۽ پنهنجون ٻه دختر پنهنجن ٻنهي پائيڻن جي زوجيت ۾ ڏنائون.

سائين علينواز (نواز) جن کي پهرينءَ شادي مان ٽي فرزند عطا ٿيا هر هڪ ١. سيد غلام سرور جهانيان (حيات)

٢. سيد مظفرالدين جهانيان

٣. سيد غلام اڪبر جهانيان جن پيدا ٿيا.

سندن ٻئي ننڍا فرزند ننڍيءَ عمر ۾ وفات ڪري ويا. ڪافي عرصي گذرڻ بعد پاڻ وري اولاد جي خواهش ظاهر ڪيائون اهو ان ڪري جو پنهنجو وڏو فرزند پنهنجي وڏي ڀاءُ سيد گنج بخش جهانيان جن کي ڏئي ڇڏيو هيائون اهو ان ڪري جو سائين گنج بخش جهانيان جن کي اولاد ڪا نه هئي.

بخشش ڪري ڏنل پٽ ۾ پاڻ ڪڏهن به پنهنجي دعوي نه رکيائون. دعوي تڏهن ڪانپوءِ پاڻ کي ٻي اولادي سڏرائيندا هئا.

اها ڳالهه سندن وڏي ڀاءُ سيد گنج بخش جهانيان جن تي تمام گهڻي اثر انداز ٿيندي هئي اهوئي سبب هو جو پاڻ سائين علينواز (نواز) جن ٻي شادي ڪئي.

ٻي شاديءَ مان کين ٽي نياڻيون عطا ٿيون.

ٻي شاديءَ ڪئي کي ڪافي عرصو گذري ويو سائين جن کي نرينه اولاد ڪا نه ٿي.

هڪ ڀيري پاڻ انهيءَ فراق ۾ پنهنجي مرشد پاڪ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون ته سرڪار ٻه ويل واپس ورايو جنهن تي سندن مرشد پاڪ فرمايو اوهان شادي ڪريو اوهان کي ٻه فرزند عطا ٿيندا. انکان پوءِ خود سندن مرشد پاڪ جن سائين علي گل سائين جن کي سائين علينواز (نواز) جن جي شاديءَ لاءِ چيو اهڙيءَ طرح سائين علي گل جهانيان جن پنهنجي مرشد جو حڪم بجا آڻيندي پنهنجي همشيره جي شادي سيد علينواز (نواز) جن سان ڪرائي شاديءَ کان پوءِ ڪجهه سال گذريا اجان اولاد ڪا نه ٿي پاڻ سائين علينواز (نواز) جن غمگين حال ڪٿي پنهنجي مرشد پاڪ سائين سرڪار فقير مهدي سائين جن جي مجلس ۾ پهتا سرڪار مهدي سائين جن ان وقت نانگي سائينءَ جي تڪئي تي لڳ گنمبٽ ترسيل هئا سائين علينواز (نواز) جن جي پهچڻ شرط سندن مرشد پاڪ کين فرمايو ته توهان واپس شاهپورجهانيان وڃو ۽ توهان جيڪو ارادو رکي آيا آهيو اهو پورو ٿيڻ وارو آهي اهڙيءَ طرح سندن مرشد پاڪ جي عنايت سان کين ٻه فرزند عطا ٿيا.

هر هڪ ١. سيد مقبول حسين جهانيان ٢. سيد روشن علي جهانيان ٻنهي فرزندن جا نالا ۽ ٻه رومال سائين علينواز (نواز) جن کي مرشد پاڪ جي طرفان پڻ عطا ٿيا جيڪي اڄ تائين محفوظ آهن.

سائين علينواز (نواز) المعروف نواز علي بلقب (نواز) جن جي وفات ١٢ مئي ١٩٧٠ع بمطابق ٥ صفر ١٣٩٠ هه اربع جي ڏينهن ٿي.

سائين جن طالبن جي ٻه طويل فهرست آهي.

١. فقير رمز علي لاڙڪ
٢. فقير آزاد علي ڪوريجو
٣. فقير مهر علي لاڪو
٤. فقير مهر علي لاڙڪ
٥. فقير عشق علي لاڙڪ
٦. فقير گنج علي ملاح
٧. فقير رحم علي لاڙڪ
٨. فقير بندهه علي پچارو
٩. فقير پسند علي لاڪو
١٠. فقير صفر علي گوپانگ
١١. فقير رياضت علي لاڙڪ(پ)
١٢. فقير محبت علي لاڙڪ(پ)

١٣. فقير جعفر علي لاڙڪ
١٤. فقير بهار علي ملاح
١٥. فقير صادق علي پنهور
١٦. فقير بحر علي ملاح
١٧. فقير فتح علي جلالاني
١٨. فقير درويش علي جريو
١٩. فقير برسات علي لاڙڪ
٢٠. فقير شير علي لاڙڪ
٢١. فقير بحر علي زنگيجو
٢٢. فقير معراج علي زنگيجو
٢٣. فقير نٿو لعل عرف (اثبات)
٢٤. فقير خير علي لاڙڪ (پ)
٢٥. فقير جيوڻ اوڏ (نروار علي)
٢٦. فقير ستان علي ڦنبرائي
٢٧. فقير خيم چند (دربان علي)
٢٨. فقير ايوان علي ڪلهوڙو
٢٩. فقير ارباب علي ڪوريجو
٣٠. فقير غلام علي خاصخيلي
٣١. فقير الهيار (يار علي زرداري)
٣٢. فقير محمد يعقوب يقين علي
٣٣. فقير پياس علي لاڙڪ

جن جا نالا سر فهرست آهن.

سرڪار علينواز (نواز) جن سنا شاعر اديب راڳ ويراڳ جا شوقين ۽ پارکو هئا. انهيءَ ڪري سائڻ اڪثر سنا سخنور گڏ ڏسڻ ۾ ايندا هئا. راڳ جا گائڪ سنا سنا گويا پڻ سندن محفل ۾ ايندا هئا سائين جن پاڻ سان گڏ فقراهي راڳ ويراڳ ڳائڻ وارا درويش هميشه ساڻ ڪندا هئا.

پاڻ جتي به هوندا هئا راڳ ويراڳ جي محفل متل هوندي هئي.

راڳ وارن ۾ سائين جن سان اڪثر جيڪي ڳائڻ وارا ڏٺا ويا انهن ۾ جيڪي نالا اچن ٿا اهي هيٺ ڏجن ٿا.

١. فقير عاشق علي وڳڻ ڦل ويجهو رهندو هيو. ۽ محمد فقير ڪنڀاڻ جو دست بعيت طالب هيو. سنڌ جو سٺو فنڪار پڻ هيو سندس شاگرد فقير عبدالواحد جمالي اجا تائين ڳائي ٿو.
٢. فقير بحر علي ملاح
٣. فقير عبد علي وڳڻ
٤. فقير ننگر علي وڳڻ
٥. فقير مشتاق علي وڏو ۽ فقير مشتاق علي ننڍو پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ سٺو ڳائيندا ۽ وڄائيندا هئا.

سرڪار علينواز (نواز) جن جي ڪلامن جوذخيرو پڻ انهن فقيرن جي سيني ۾ داخل آهي جيڪي اڄ هن جهان ۾ نه آهن باقي جيڪي ڪلام هٿ آيا سي محفوظ آهن ڪجهه هن ئي ڪتاب ۾ شايع آهن.

سرڪار سيد علينواز (نواز) جهانيان جن جي زندگيءَ تي لکڻ ايڏو سولو ڪم ڪو نه آهي سندن هڪڙيئي سفر بابت ڪجهه لکجي تڏهن به ڪيترائي باب پرجي سگهن ٿا هن هستي تي لکڻ لاءِ مون ناچيز تي جن عنايت ڪئي اهي آهن سرڪار عالي مقام جناب سيد مقصود علي سائين جهانيان سجاده نشين درگاهه شريف حضرت قبلا سيد حسن جهانيان.

پاڻ سرڪار سيد مقصود علي سائين جهانيان هن ڪتابي سلسلي جا سرپرست اعليٰ آهن ۽ جهانيان ادبي سنگت ۽ جهانيان ڪلچرل سوسائٽيءَ جا پڻ سرپرست اعليٰ آهن انهن جي ئي سرپرستيءَ ۾ جيڪي ڪجهه لکيو اٿم اهو توهان جي هٿن ۾ آهي.

اميد ته پنهنجي راءِ کان آگاهه ڪندا ته جيئن منهنجي ڄاڻ ۾ وڌيڪ اضافو ٿئي ۽ مان وري اڳتين شماري ۾ سائين جن جي زندگيءَ متعلق هن کان وڌيڪ لکي سگهان.

**ساٿ سلامت**

**خادم الفقراءِ سيد مقبول حسين جهانيان**

# سيد هادي بخش جهانيان/ تحرير: سيد روشن جهانيان

جهانيان ساداتن وقت به وقت انسان ذات جي ڀلائي بهتري ۽ راهه هدايت لاءِ پاڻ کي تڪليفون ڏئي مدينه منور بلخ بخارا جهڙن وسيع منزلون طئي ڪندا اچ شريف پنجاب دهلي احمدآباد جيسلمير ڪڇ ڀڄ بڙودا گجرات جتي سندن بزرگن جون خانقاهون ۽ درگاهون اڄ به موجود آهن سندن درگاهن تان اڄ به فيض جاري و ساري آهي ڪيترائي ڀٽڪيل انسان راه راست تي گامزن ٿي ويا اسلام جي وڌڻ ويجهڻ ۾ هن خاندان جو جيترو ڪردار رهيو آهي اهو ڪنهن ٻئي سادات خاندان شايد ايترو ادا به ڪيو هجي امامت جي پڳ (دستار) به هن خاندان کي ورسي ۾ ملي آهي شاهپور جهانيان تاريخي شهر آهي

جيڪو ڪيترائي دفعا آباد ۽ برباد ٿيندو رهيو آهي . سنڌ جي گادي جو هنڌ ڪلهوڙا دورحڪومت ۾ هتان ڪان ٣-٤ ميلن جي مفاصلي تي هو ان وقت ميان نور محمد ڪلهوڙو





حڪمران هئو. موجوده شاهپورجهانيان جو باني سيد ويتل شاهه جهانيان هو انهي ڪري هن شهر جو نالو شاهپور جهانيان رکيو ويو. هن تاريخي ماڳ جا ڪيترائي الله جا پيارا ۽ صاحب ڪرامت بزرگ پيدا ٿيا جنهن سيدحسن شاه جهانيان، هادي بخش جهانيان فقير المولا مهدي سائين سيد علي (شير علي سائين) جن هن شهر ۾ چاوا. اڄ درگاه مخدوم سيد حسن جهانيان جي اڳوڻي سجاده نشين ۽ موجوده سجاده نشين سيد مخدوم مقصود علي شاهه جهانيان جن جي ڏاڏا سائين مخدوم سيد هادي بخش شاهه جهانيان جن جو ذڪر ڪندس.

سائين جن شاهپورجهانيان ۾ پهرين جون ١٨٨٢ ع ۾ پيدا ٿيا ظاهري توڙي باطني علمن تي عبور حاصل ڪيائون وقت جا وڏا عالم ڏاها طبيب هئا. پاڻ روحاني ذڪر جي تلقين وقت جي صاحب ڪرامت ۽ عالم مخدوم سيد امام بخش شاهه جهانيان جيڪي سندن والد محترم به هئا. ڪٿي آهي پاڻ ننڍ پڻ سان عام بارن کان مختلف هوندا هئا ۽ دروازي تان لنگر ڪٿي عام بارن کي کارائيندا هئا پاڻ وڏا طبيب پڻ هئا جيڪا حڪمت ڪين ورثي ۾ مليل هئي بيمار کي پري کان ڏسي ٻڌائيندا هئا ته هن کي کهڙو مرض آهي هن جي زندگي باقي ڪيتري آهي لا دوا مريض پڻ سائين جن جي دوا ۽ دعا مان شفاياب ٿي ويا.

هڪ دفعي پاڻ پنهنجي زمين تي هئا ته ڪجهه ماڻهو هڪ ڪٽ تي لاش کڻي دفنائڻ پئي ويا ته پاڻ پنهنجي خادم کي فرمايائون ته هي ته نادان ماڻهو آهن جو هڪ زنده انسان کي پورڻ پيا وڃن خادم ڳالهه ٻڌڻ سان جلدي انهن ماڻهن کي سڏي سائين جن وٽ وٺي آيو سائين جن ماڻهن کي سمجهايو ته هيءُ انسان زنده آهي پاڻ ان وقت ميت مٿان چادر هٽائي ڪيس مان هڪ ناس جي دبلي ڪڍي ان ماڻهو کي جيڪا عورت هئي ناس ڏني ته ڪجهه ساعتن کان پوءِ اها عورت اٿي ويهي رهي پاڻ فرمايائون ڇا هن جي شادي ٿيل آهي جواب مليو ته هائو سائين پاڻ فرمايائون ته هن کي پنهنجي مڙس جي گهر ڇڏي اچو چون ٿا ته مائي پنهنجي مڙس کان ناراض ٿي اچي مائٽن وٽ رهي هئي جنهن سبب سندس کي اها تڪليف ٿي جنهن کي سندس مائٽن موت قرار ڏنو هو. انهيءَ واقعي جي ڪرامات ۽ مشهوري جي واڪا پري تائين پکڙجي وئي سائين هادي بخش جهانيان جن في سبيل الله دوائون ڏئي ڇڏيندا هئا سائين جن جي سخاوت تمام مشهور هئي پاڻ سائل جي صدا هر قيمت تي پوري ڪندا هئا.

هڪ دفعي پاڻ شاهپورجهانيان کان درگاهه مانڊم لڳ سوپو ديرو تشريف فرما ٿيا. اجا ٻه ٽي ڏينهن گذريا هئا ته اوتن جي ڳوٺ ۾ هڪ عورت کي درگاهه مانڊم واري پاسي سرٽيون اڏامنديون نظر آيون ان عورت چيو ته اڄ سائين درگاهه تي ڪو گوشت يا خيرات ڪئي آهي. هن ڇوڪريءَ کي چيو ته هي ٿالهه کڻ ۽ وڃي ونڊ وٺي اچ ڇوڪري ٿالهه ڪٿي اچي هادي سائين جن وٽ پهتي سائين پڇا ڪئي ڇوڪري حقيقت عرض ڪئي ته اوهان جي شاهه جهانيان جن ٢٨ ربيع اول تي هن فاني جهان کان پردا پوشي ڪري ويا سندس مزار درگاهه مخدوم سيد حسن جهانيان جي مزار کان اوير پاسي آهي.

# آدم کان عون تائين

## شجره نسب خاندان جهانيان

شاهپورجهانيان

سيد ضمير حسين شاهه
عرف وزير علي جهانيان

حضرت آدم عليہ السلام
حضرت شيث عليہ السلام
حضرت انوش عليہ السلام
حضرت قيتان عليہ السلام
حضرت مهلائيل عليہ السلام
حضرت اليادر عليہ السلام
حضرت ادريس (اخنوج) عليہ السلام
حضرت متو شلخ عليہ السلام
حضرت هلڪ عليہ السلام
حضرت نوح عليہ السلام
حضرت سام عليہ السلام
ارفحشد
شالخ
(عابر حضرت هود عليہ السلام
فلج
ارغو
شروع (سروج)
ناخور
آذر
تارخ
حضرت ابراهيم عليہ السلام
حضرت اسماعيل عليہ السلام
قيدار
احمد حجل

سلامان
هميسح
ادبن البيع
آدر
عدد
عدنان
مهد
نزار
مذر
الياس
مدرڪ
خزيمہ
ڪنانہ
نفر بلقب قريش
مالڪ
فهر
غالب
لوي
ڪعب
مره
ڪلاب
قصيٰ
عبدالمناف
هاشم



57

# مخدوم سيد حامد شاهه پدو عرف شاهه مراد بن سيد محمد ڪيميا نظر (مزار بڙودا ۾)

**سيد شاهه محمود (اول)**

(والد صاحب جي تلاش ۾ بڙودا ويا اتي ئي رهي پيا اتي ئي وفات ڪيائون سندن مزار اتي ئي آهي)

- **سيد حامد شاهه** سبت الست (اول مزار ايران ۾)
- **شاهه مراد قلندر** (معصوم)

**سيد حامد شاهه جو اولاد:**

- **سيد شاهه محمود شاهه** (دوم) مزار شاهپور جهانيان ۾ (نيشنل هاءِ وي جي الهندي طرف)
- **سيد غفور شاهه** (لاولد)

**سيد شاهه محمود شاهه (دوم) جو اولاد:**

- **سيد حامد شاهه** (دوم) (بگائي سادات جو الڳ سلسلو ٿيو)
- **سيد دين شاهه**
- **سيد اسحاق شاهه**
- **سيد حسن شاهه** باندي مرڪ جهانيان (لاولد)
- **سيد باقر شاهه** (لاولد)
- **سيد جعفر شاهه** (لاولد)
- **سيد غفور شاه** (تانگو) سنڌ ۾ سندن ڪي ئي (تڪيه) آهن.
- **سيد موج درياهه**
- **سيد امير علي**

**سيد اسحاق شاهه جو اولاد:**

- **سيد نجف علي شاهه**
- **سيد غفور شاهه**

**سيد غفور شاهه** → **سيد وڏل شاهه** مزار حيدرآباد (سنڌ ۾)

**سيد وڏل شاهه جو اولاد:**

- **سيد بهاول شاهه** هنن جو سلسلو ٽنڊو جهانيان حيدرآباد ۾
- **سيد اسحاق شاهه** (لاولد)
- **سيد ڪامل شاهه** شاهپور جهانيان
- **سيد بلند شاهه** هنن جو سلسلو گدو حسين آباد حيدرآباد ۾
- **سيد شير محمد شاهه**
- **سيد فتح الدين شاهه**

  (سيد شير محمد شاهه ۽ سيد فتح الدين شاهه) هنن جو سلسلو ٽنڊو جهانيان حيدرآباد ۾

- **سيد حامد شاهه** (لاولد)
- **سيد غلام شاهه** (لاولد)
- **سيد قمرالدين شاهه** (لاولد)

**سيد ڪامل شاهه جو اولاد:**

- **سيد امام بخش شاهه** (لاولد)
- **سيد چٽل شاهه** (لاولد)
- **سيد گنج بخش شاهه** (لاولد)
- **سيد حامد شاهه** (شاهپور جهانيان)
- **سيد الهه رکيو شاهه** (لاولد)

**سيد حامد شاهه جو اولاد:**

- **سيد امام بخش شاهه** (شاهپور جهانيان)
- **سيد چٽل شاهه** (لاولد)

**سيد امام بخش شاهه جو اولاد:**

- **سيد ڪامل شاهه** (لاولد) مزار ڳوٺ قاسم ٻگهيو (دونگي چوڏني هالا کان شهداد پور واري رستي تي)
- **سيد هادي بخش شاهه** شاهپور جهانيان
- **شمس الصوفياءِ سائين مهدي شاهه** (فقير سائين) شاهپور جهانيان
- **سيد ڏني بخش شاهه** (شاهپور جهانيان)
- **سيد رسول بخش شاهه** (لاولد) مزار درگاهه ماندم تي راڻي پور صوبو ديرو روڊ سان ضلع خيرپور ميرس

**سيد هادي بخش شاهه جو اولاد:**

- **سيد علي گل شاهه** عرف مولا بخش شاهه (لاولد) شاهپور جهانيان
- **سيد علي رضا** عرف معراج علي (درگاهه ماندم) ايندڙ صفحي تي
- **سيد علي شاهه** عرف سيد شير علي صوفي شاهپور جهانيان (ايندڙ صفحي تي)
- **سيد ڪامل شاهه** (حيات) ايندڙ صفحي تي
- **سيد شهاب الدين شاهه** (درگاهه ماندم، ايندڙ صفحي تي)

**شمس الصوفياءِ سائين مهدي شاهه جو اولاد:**

- **سيد موج درياهه شاهه** شاهپور جهانيان (ايندڙ صفحي تي)

**سيد ڏني بخش شاهه جو اولاد:**

- **سيد گنج بخش شاهه** (لاولد) شاهپور جهانيان
- **سيد علي نواز شاهه** (شاهپور جهانيان)

**سيد علي نواز شاهه جو اولاد:**

- **سيد غلام سرور شاهه** (حيات)
- **سيد مقبول حسين شاهه** (حيات)
- **سيد روشن علي شاهه** (حيات)

## سيد جلال الدين حيدر سرخ پوش بخاري (1 رمضان المبارڪ سن 595 هه کان 18 جمادي الاول سن 690 هه مزار اچ شريف ۾ (بخارا جي گهرواري مان)




(هتان کان سنڌي جهانيان پوٽن جو سلسلو شروع ٿيو).
شاهه حسين ارغون ٩٢٦ هه ۾ اچ تي حملو ڪيو، اچ جي تباهي جي ڪارڻ سيد حامد شاهه اچ ڇڏي پهريائين ضلع ميانوالي جي شهر عيسيٰ خيل ۾ ڪجهه وقت سڪونت اختيار ڪئي بعد ۾ سنڌ ڏانهن سفر اختيار ڪيو ضلع نوابشاهه جي ڳوٺ بگا جيڪو هاڻي شاهپور جهانيان کان ٣ ميل اتر اولهه جي طرف ڪچي جي علائقي ۾ آهي ڪجهه وقت رهي اتي سردار غفور خان بگو جي نياڻي سان عقد ڪيو بعد ۾ ڪچ ڀڄ ۽ بڙودا روانا ٿيا.

سید موج دریا شاہ

سید شہاب الدین شاہ

سید غلام سرور شاہ (حیات)

سید مظفر الدین شاہ عرف انعام علی شاہ (حیات) — سید غلام اکبر شاہ عرف عابد حسین شاہ (حیات) — سید علی نواز شاہ عرف مسرور حسین شاہ (حیات) — سید براکت علی شاہ (حیات) — سید ظہور حسین شاہ (حیات) — سید صداقت علی شاہ (حیات) — سید سجاد علی شاہ (حیات)

سید کنج بخش شاہ (حیات) — سید مسجود علی شاہ (حیات) — سید مزمل حسین شاہ (حیات) — سید کونین حیدر شاہ (حیات) — سید اسد عابد شاہ (حیات) — سید افضل حسین شاہ (حیات) — سید علی حسنین شاہ (حیات)

سید غلام مہدی شاہ (شاہپور جہانیاں) فیض محل — سید عبادت علی شاہ عرف سید حسن شاہ (حیات) — سید اسد اللہ شاہ (حیات) — سید قطب علی شاہ (حیات)

سید موج دریا شاہ (حیات)

سید کامل شاہ

سید غلام مصطفیٰ شاہ (حیات) — سید ذوالفقار علی شاہ (حیات) — سید سرکار حسین شاہ (حیات)

سید اظہر علی شاہ (حیات)

سید علی شاہ

سید دیدار علی (حیات) — سید غلام اصغر عرف جلال الدین شاہ (حیات) — سید حیدر علی (حیات) — سید بہادر علی (حیات) — سید نادر علی (حیات) — سید باقر علی (حیات) — سید علی گل (حیات) — سید جعفر علی (حیات) — سید ظفر علی (حیات)

سید علی رضا

# مخدوم سید مقصود علی شاہ جہانیاں

موجودہ سجادہ نشین (حیات)

سید آفتاب علی شاہ عرف صفدر علی (حیات) — سید فیض جہانیاں شاہ (حیات)

## سید عون محمد شاہ

ولی عہد (حیات)

سید علی شاہ (حیات) — سید صفی الحسن شاہ (حیات) — سید ناد علی شاہ (حیات) — سید بو علی شاہ (حیات)

سید ہادی بخش شاہ عرف شہباز علی (حیات) — سید شاہنواز عرف ثمر علی شاہ (حیات) — سید مختیار حسین عرف مہتاب علی (حیات) — سید اقبال حسین عرف بادشاہ علی (حیات) — سید منور حسین (حیات) — سید ضمیر حسین عرف وزیر علی (حیات)

سید احسان علی (حیات) — سید اتحاد علی (حیات) — سید معراج علی (حیات)

سید علی عباس عرف حسیب رضا (حیات) — سید علی امام عرف نصیب رضا (حیات)

سید عاشق علی (حیات) — سید تصور علی (حیات) — سید شمس الحق (حیات) — سید شاہ عالم (حیات)

سید شاہ عالم (حیات) — سید علی رضا (حیات)

# مرشد جي نظر طالب تي هردم هوندي آهي/ غازي غلام علي لانگاهه



هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته آئون گورنمينٽ پرائمري اسڪول دائم خان ڪورائي تعلقو مورو ضلعو نوابشاهه جي اسڪول ۾ پڙهائي رهيو هئس ته اوچتو خيال اڀريو ته نوڪري ڪري ڇا ڪندس دنيا فاني آهي خبر نه آهي نه ڪيڏي مهل هن دنيا مان هليو وڃون. جيڪي به حياتي جا ڏينهن آهن الله تعاليٰ جي بندگي ڪندي چونه گذاريان. اها پيڙاءُ دماغ کي مختلف سستن کان پيڙڻ شروع ڪيو مون پنهنجو پاڻ کي ڇڪيءَ ۾ پيڙجندي محسوس ڪيو. اها ڪيفيت برقرار رهڻ جي صورت ۾ فيصلو ڪيم ته نوڪريءَ کي الوداع ڪري هيڊ ماسٽر کان پنهنجي نوڪري ڇڏڻ لاءِ رجوع ڪيان. انهيءَ مهل اهي خيال دل مان اڀريا. مون پنهنجي هيڊ ماسٽر صاحب جن کي

عرض ڪيو ته آءٌ نوڪري ڇڏيان ٿو. هيڊ ماسٽر صاحب جن مونکي چوڻ لڳا ته ڇاجي ڪري؟ مون ان کي جواب ڏنو ته پهريائين درگاهه شاهپور جهانيان ڏانهن ويندس پنهنجي مرشد پاڪ جو ديدار ڪري پوءِ، لاهوت لامڪان ويندس



ان ڪانپوءِ جهنگ ۾ زندگي گذاريندس ائين چئي درگاهه شاهپور جهانيان پهتس. مرشد پاڪ کي سجدو ڪري هيٺ پٽ تي ويهي رهيس. ٿوري دير کان پوءِ مرشد پاڪ حضرت مخدوم سيد شير علي شاهه جهانيان جن مونکي ڏسي فرمائڻ لڳا ته غلام علي طالب ٿيڻ کان پوءِ، طالب جو ڪم آهي ته شادي نه ڪري ۽ اهو تارڪ دنيا ٿي وڃي هڪ جاءِ تي الله پاڪ کي ريجهائي ۽ انجو ذڪر دم دم ڪري. آءٌ حق مولا حق مولا چوندو رهيس. وري مونکي فرمائڻ لڳا ته ٻه راتيون درگاهه تي رهي پوءِ هليو وڃجان. جڏهن ٻه راتيون گذريون ۽ صبح جو سوير سج اڀريو ته سرڪار مولا جن حويليءَ تان نڪتا ۽ مڪان ڏي اچي رهيا هئا ته مونکي پري کان ڏسي چيائون ته اسڪول ڇو نه ويا آهيو؟ مون ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ خاموش رهيس. سرڪار مولا جن اچي کٽ تي ويهي رهيا ۽ مون کي فرمائڻ لڳا ته اسين حيدري صوف

۽ انسان کي پنجتن پاڪ جي
... ري ... اهي. اوهان هاڻي
... انهن وچي زندگي گذارڻ
لا ... جا پن ۽ ان جو ... ڪاڻي
۽ ڏيندين. تلاش. ڏيندين ۽ دربار جو
پاڻي پي زندگي گذاري ... ٿا.
اتي توهان ڪڏهن به ... نه
ڳالهائيندا. ڇوته اتي ... ڪو به
آدم نه هوندو ۽ اتي اوهان ڪنهن
به آدم جي خدمت به نه ڪري
سگهندا. ڇو ته اتي ... ڪو به
آدم نه هوندو. پر ... ڪڏهن آءٌ
اچانڪ اوهان وٽ اچان نه اوهان
مونکي ويهڻ لاءِ رلي يا تڏو به
وڇائي نه ڏيندا ۽ نه ... برتن ۾
پاڻي ڏيندا ۽ نه وري مونکي ماني
کارائيندا. ڇو ته اهي ... شيون
اوهان وٽ موجود نه هونديون.
مطلب ته اوهان مونکي راضي ـــ
ڪري سگهندا. وري ٻئي پاسي ماءُ
۽ پيءُ ناراض، ڀائر ناراض، مٽ
مائٽ ناراض، دوست ۽ سنگتي
سائي ناراض. وري هڪ ڏينهن
اوهانکي جهنگ مان نڪرڻو
پوندو. مطلب ته پنجن، ستن، ڏهن
يا ويهن سالن کان پوءِ نيٺ اوهان
کي جهنگ مان نڪرڻو پوندو ۽

پوءِ اوهان ڪاڻڻ لاءِ پنڻ شروع
ڪندا ۽ در در تي سوال ڪندا
رهندا. اها فقيري ڪنهن به ڪم
جي نه آهي. ٿوري عرصي ۾ الله
وارا جهنگ ۾ نه هوندا ۽ ان جاءِ
تي ذاڙيل فقيرن وارا ويس ڪندا.
ڪولابا ۽ گيڙو جبا پائي جهنگ
۾ رهندا ۽ پنهنجو بچاءُ ڪندا.
وري فرمائڻ لڳا ته الله وارو اهو
آهي جيڪو اڇا ڪپڙا پائي.
پنهنجي روزگار سان هجي، پيءُ ماءُ
۽ پنهنجن ٻارن ٻچن جي خدمت
ڪري ۽ انسان ذات سان گڏجي
گذاري. اسان الله وارو ان کي چوندا
آهيون جنهن مان مرشد پاڪ
راضي، ماءُ پيءُ، ٻار ٻچا، دوست ۽
پاڙي وارا راضي هجن ۽ ان سان گڏ
الله پاڪ جي نالي کان ڪڏهن به
اهو انسان ويسارو نه هجي ته
اهوئي انسان الله وارو آهي ۽
فرمائڻ لڳا ته ـــ هاڻي اوهان
اسڪول ڊيوٽي ڪرڻ وڃو ۽ ڪڏهن
به نوڪري نه ڇڏجو ۽ اسان اوهان
سان گڏ آهيون ـــ مرشد پاڪ جون
نصيحتون ٻڌي پوءِ آءٌ مرشد پاڪ
کان وڃڻ جي اجازت گهري
اسڪول ڊيوٽي ڪرڻ ويس.

اهڙا پيا به ڪيترا ئي
واقعا زندگي، جي هر موڙ تي نظر
آيا مگر انهن مان هڪ واقعو هيٺ
لکجي ٿو.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي
ته آءٌ هڪ رات پنهنجي مرشد پاڪ
وٽ ترسيل هئس. صبح جو سج
اڀريو ته سرڪار مولا جن ڊرائيور
کي چيو ته جيپ ڪاهي اچ.
ڊرائيور جيپ ڪاهي آيو. سرڪار
مولا جن سيد بشارت علي شاهه،
ماستر صادق علي عمراڻي نوڪر
علي فقير (پنجابي) ۽ مونکي
جيپ ۾ ويهڻ لاءِ چيو. اسين جيپ
۾ ويٺا سون ته سرڪار مولا جن
اسان کي ناروشاهه اسٽيشن جي
ڏکڻ پاسي ۽ ريلوي لائين جي اولهه
پاسي پرسان وڳڻ جو ڳوٺ هو.
اتي اسان کي وٺي هليا. اتي
منجهند جي ماني کاڌي سين.
ماني کائڻ کان پوءِ سرڪار مولا
جن اتي ۾ ڪلاڪ کن آرام ڪيو.
آءٌ حاضر ڊيوٽي ڏيڻ لاءِ پرسان
ويٺو هئس. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ
مونکي سرڪار مولا جن چيو ته
غلام علي غازي پاڻي پيار. آءٌ
هڪ دم اٿي ڏنم ته گلاس

ڏنداني، ۾ نه آهي ۽ نه وري واٽر كولر جي مٿان كو گلاس آهي. آءٌ پريشان ٿـي بيهـي رهيـس. مونكي سركار مولاجن وارو گلاس ڏسڻ ۾ نه آيو. آءٌ اتي بيٺو رهيس گلاس دانـي ۽ واٽـر كولـر ڏانهـن ڏسندو رهيس ته گلاس كونه آهي ٿوري دير كان پوء مونكي سركار مولاجن چيو ته پاڻي پيار مون هٿ ادب جا ٻڌي سركار مولا جن كي عرض كيو ته، گلاس ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. سركار مولا جن فرمايو تـه اسان ڏسون ٿا ته گلاس واٽر كولر جي مٿان ركيو آهي ۽ اوهان چئو ٿا ته گلاس كونه آهي.

مون يكدم واٽـر كولـر ڏي نظر كئي ته واٽر كولر جي مٿـان گـلاس ركيـو آهـي. مـون يكدم سركار مولا جن كي پاڻيء جو گلاس ڏنو. سركار مولا جن پاڻيء جو گلاس پي، مونكي گلاس واپس ڏنائون. مون گلاس وٺي وري گلاس دانيء ۾ گلاس ركيو ۽ پوء ويهـي رهيـس ۽ اهـو سوچيندو رهيس ته سوير گلاس واٽر كولر جي مٿان كونه هو اهو گلاس كيئن هتي آيو. ايتري قدر جو مون كان مرشد پاڪ جو ڏنل ذكر بـه وسري ويو ۽ قلب ۾ گلاس جو تصور بيهـي رهيـو. وسـاريان تـه وسري نه پيو آخر كار كلاڪ كن گذريو ته سركار جن چيو ته هن ڳوٺ جي اوپر پاسي هڪ مريد وٽ عـذر خواهـي كرڻـي آهـي اوڏانهن ٿا هلون. سركار مولا جن اڳيـان اسـان سڀ فقراهه ۽ مريـد پويان هلڻ شروع كيو ته منهنجي پرسان صادق علي سهٽو هلي رهيو هو. مون هلندي هلندي گلاس واري سچي حقيقت صادق علي سهٽي كـي كـري ٻڌائـي تـه ان مونكـي كوبـه جواب نـه ڏنـو آخـر كـار هلندي هلندي ان اوطاق ۾ پهتاسون جتي سركار مولا جن كي عـذر خواهي كرڻي هئي. سركار مولا جن كٽ تي ويٺا ۽ ان ويهڻ شرط مونكي چيائون ته غلام علي غازي ٿڌي ۾ ٿڌو واٽر كولر مان پاڻي پيار. مون ٿـڌو پـاڻيء جـو گـلاس پري حضرت مخدوم سيد شير علي شاهه جهانيان جن كي ڏنو ته اهو گـلاس سـركار مـولا جـن هـٿ ۾ جهلي مون كي فرمائڻ لڳا ته غلام علـي غـازي هـن گـلاس كـي آءٌ اڇلايان منهنجي مرضي آهي. مون چيو ته حق مولا وري فرمائڻ لڳا ته هن گلاس كي اونڌو كيان ته منهنجي مرضي آهي. مون چيو تـه حق مولا. وري فرمائڻ لڳا تـه هـن گلاس كي جيڏانهن بـه موكليـان منهنجي مرضي آهي. آءٌ حق مولا حـق مـولا چونـدو رهيـس. وري مونكي فرمايئون تـه جيئـن هـن گلاس كي چاهيان ته پوري سگهان ٿو اهڙيء طرح سـچي كائنـات منهنجي هٿ ۾ ائيـن آهي جيئـن منهنجي هٿ ۾ گلاس. اوهان جـو منهنجو ڏنـل ذكـر وساري ڇڏيو آهي؟ ۽ اوهـان مرشـد جـو تصـور قلب مان كڍي ۽ گلاس جو تصور چو قلب ۾ سمايو آهي؟ اهو سڀ منهنجـو كـم آهـي اوهـان چـو پريشان ٿيا آهيو؟ وري فرمائڻ لڳا تـه اوهـان سـڀ ڳـالهيون وساري پنهنجي مرشد جو ڏنـل ذكـر نـه وساريو. انكان پوء مون كان گـلاس واري ڳالهه ذهن تان لهي وئي.

مٿيـن سـيني ڳالهيـن كـان پوء سـركار مـولا جـن پـاڻيء جـو گلاس پيتو ۽ مونكي خالي گلاس واپس ڏنـائون. ان اوطـاق ۾ ٿـورو عرصو رهيا سون. ان كانپوء واپس درگاهه شاهپور جهانيان ۾ واپس موٽي آيا سين.



# تصوف ڇا آهي؟ ۽ فقير وٺان مليل ڄاڻ

## سيد مقصود علي جهانيان

تصوف ڇا آهي؟ ۽ فقير وٺان مليل ڄاڻ.

تصوف لفظ صف مان نڪتل آهي. صفا هڪ طبقو صوف سان مشتق آهي يا پشمينا. اڇو جبو هلڪو ريشم ڪٽي جيان لباس ۾ استعمال ٿيندڙ جيڪي اهل صفا پهريندا هئا. صوفي ڪعبي جا خدمت گار.

البيروني، جيڪا هندستان لاءِ (الهنديہ) ڪتاب لکي آهي ان ۾ لفظ کي هن طرح واضح ڪيو آهي.

دانائي. دانش، حڪمت، فلسفو ۽ تفڪر وغيره. انهن سڀني ڳالهين جو نچوڙ تہ اونهو آهي جيئن انسان هڪ اونهو ڳجهہ آهي. سِرّي، وارو سمورو راز هن ۾ سمايل آهي پر. ايتري قدر مخفي آهي جو. جنهن ۾ اهو راز سمايل آهي، اهو ان کان بہ ڳجهو آهي.

الانسان سري وانا سره

(انسان راز منهنجو آهي ۽ آءٌ انسان جو راز آهيان)

اهي ٻئي راز جيڪو هڪڙوئي راز آهي. ٻہ ٿا اڀرن. جيڪڏهن هڪ ليپي پيو يعني هٽ اچي ويو تہ ٻئي جي از خود ئي خبر پئجي ويندي.

سانگو سر جو لاهہ پلي

پوءِ عشق کي هٿڙو لاءِ

(فقير مهدي مولائي)

اهل خيال دوست، هن ڳالهہ کي ضرور سمجهي رهيا هوندا تہ. هن سبجيڪٽ تي لکڻ ۽ ان جي وضاحت ڪرڻ ڪيڏو نہ ڏکيو مرحلو آهي؛ سو بہ سوئينر لاءِ ۽ هڪ ڏينهن اندر جو وقت ڏنو اٿن!

جنهنجو مرشد هادي ڪامل آهي، پلا !ان کي اهو تہ سوجهڻ ئي نہ ڪيي !!

مون تمام تر مدد فقير مهدي پاڪ جي شعر مان ورتي آهي. لحاظ رنج ڪرڻ مناسب نہ آهي.

سچو هادي رهبر، مرشد سڃاڻڻ ۽ حاصل ڪرڻ سالڪن جو ڪم آهي. نہ تہ دنيا ۾ ديوانن جي کوٽ ئي ڪانهي.

هٽ تہ ماڻهو ڪاروبار مچايو ويٺا آهن. جيڪي جيلن جا پڳل ڏاڙيل، خوني، چريا بيا ٺوٺي. سست. ڪاهل ۽ نشي فراريت پسند. اهڙو تہ هتان جي ماڻهن کي، پنهنجن ڪنٺن، ڪولابن، الفن، وڏن وارن، ڪشتن، ۽ تلڪن سان مريدن جون قطارون ناهيو. گمراهي ڦهلائي رهيا آهن.

(مرشد ميڏا ڪعبا قبلا نہ ڪوئي مرشد جيها

جهڙا مرشد مگدي هاسي رب ملايا تيها)

وري ڪٽي هن پاسي ڏس تہ هنن کان بہ وڏا ٺگ ويٺا آهن. وڏيون ڏاڙهيون، وات ۾ ڏندڻ ۽ پيشاني رڳڻ تي زور هوندن تہ جيئن وڏو نشان نهي ۽ جئين چهرو نوراني لڳي. بيماني، ذخيره اندوزي، وياج ۽ ملاوت لاءِ فقهہ مان ڪيندا تہ جائز آهي.. بس نماز پڙهو ٻهاٽي ڪاڏي وڃجي !ڪنهن کي سمجهائجي.

(بي مرشد شيطان کان پري آهي)

بهرڪيف، انسان صحيح رهبري لاءِ پريشان آهي.

آيو عشق مولئي لڪين

لاٿي پانئيان

سبب ڪهڙي سرتيون

لوڪ کان لڪايا.

(فقير مهدي سرڪار)

عشق الله آهي، عشق بندو آهي، عشق هيڪڙائي آهي. اهو عشق آهي، جنهن الله ذوالجلال کي آدم پيدا ڪرڻ جو شوق جاڳايو. نہ تہ سڪون ۾ هيو .هن جهنجهٽ پالڻ جي ڪهڙي ضرورت هيس؟ فرشتن، ملائڪن، ڪائنات، سڄي سنسار عبادت پئي ڪئي ۽ سندس وحدانيت جا گيت پئي ڳايا؛

الست ڇيائين تہ احد هو.

قم بااذني: اٿ منهنجي حڪم سان؟

ڪن فيڪون: پوءِ ٿي پيو.

ظاهر ٿيو تہ. سندس ئي عشق هيو، جنهن ضرورت هيٺ آدم ناهيائين يعني الله سائينءَ پاڻ سان عشق ڪيو آهي جو. پنهنجي اظهاري عالم ۾ ڪرڻي هيس.

(خلق الآدم علیٰ صورتہ)

مون آدم کي خلقيو پنهنجي صورت تي يعني پاڻ جهڙي صورت ڏنائينس.

پوءِ سڀني فرشتن، ملائڪن کي حڪم مليو تہ. هن کي سجدو ڪيو؟ پر شايد ڪنهن عاشق کي، اها ڳالهہ پسند نہ آئي يا تہ (مان) ۾ هليو ويو

جنهن خود جبرائيل امين جا سوين
سال پر ساڙي ڇڏيا وري بـ
مشڪل ۾ مشڪل ڪشا جي مدد
ڪيس جـو، ڇيائين تـون هـي تـون
مولا.

بهرحـال اهــو پهريــون
انڪار ٿيو.
(عاشق عزازيل پيا مڙوني سڙيا
منجهان سڪ سبيل لعنتي لعـل
ٿيو)
(شاهه)
(پاڻ تو پيدا ڪيو ڪيو سون چئي
انسان ڪر؟
گهرج هئي توڪي گهٽي ڪين سون
چئي احسان ڪر؟)
(بيدل)
آهيان پاڻ الله عشق منجهان ٿيو
عبد سڏايان
(شير علي جهانيان)
لاثـي لاحد لـڪ لڪاير ـ عشـق
ڪري اظهاري حق حقداري
(مهدي سرڪار)

سو پنهنجي عشق ۾ اچي اظهاري
ڪيائين.
الانسان سري و انا سره
انسان منهنجو راز آهي ۽
مان انسان جو راز آهيان.
هي راز ته ٻن جي وچ ۾ آهي:هڪ
الله ۽ ٻيو بندو
هاڻي وري پروڙ جـو رخ .
راز ڏي هليو ويو. ڳجهه.
(انا احمد بلا ميمي)
(احد احمد پاڻ ۾ وچـان
ميم ۾ فرق
آهـي مســتغرق عــالم
انهيء ڳالهه ۾.)
(احدي دي وچ عبدي آئي
تنهن مورت وچ صورت سمائي
غلام نوبت شاهي وڄائي
. يا حرقا بره بسم ڪا.)

(هتـي ڪيـر هيـاس هـت
آيس ڪير ٿي؟
هتي نالو ٻيو هيو ـ هتي
نشين نان، ٿياس
عاشق ٿي آياس ــ نــ تــ
هيس معشوقي ملڪ ۾)
اچڻ نـ هيو منهجو هتـي
پر خواهش ڪنهن ڪنياس
حسن سنڌي حوس هئي
جنهن هتي هيراياس
عاشـق ٿـي آيـاس نــ تــ
هيس معشوقي ملڪ ۾
عشق لڳس ته.
احـد مــان عبـد ٿيـو ۽
ڪثرت جو پنڌ نفي ڪيائين، نفي
۾ ويو، فنا ٿيو، ۽ مظهر ۾ آيو.
(ڪثرت ڪان پوء وحدت
ماڻيندو،
نفـي ۾ وينـدو تـه اثبـات
ڪندو، فنا ٿيو ته بقا ۾ ايندو)
وحدت +ڪثرت= ڪل
وحدت ڪثرت ڪل.
پــاڻ ۽ هــو، گــڏيا تــ
هيڪڙائي ٿي.
وحدت واري ويڙهه ۾ ـ ويهي ڪير
ويچار،
ونحن اقرب ويجهڙو ـ وٿي نـاهي
وار،
هـي، هـو هـڪ ٿيـو ـــ ڪـامل
ڪلنگيدار،
شير علي اظهار ـ عدم ڪان اثبات
ٿيو.
(سرڪار شير علي سائين)
انهيء ڪري فقير پاڪ چيو آهي تـ

فنـا بقـا جـو سـير ڪيـو
سين، لاشڪ ٿي لاثـاني، گوهـر
گياني.
(سرڪار مهدي سائين)
مطلب ته فقير پنهي منزلن
تي پنهنجو عبور ڏيکاريو آهي ۽

ڪٿي بـ ڪا پريشاني ظاهر ڪا نـ
ڪئي آهي.
ٻنهي شين جو پورو پورو
مزو ورتو آهي.
هي جهان هڪ رنگ محل
آهي.
مظهر اٿس، ڪثـرت ٿـي
وحدت ڏيندس. جتي بقا اٿس
وحدت ڪا جام ـ ـ ـ
ويکو نظا[illegible] ڪا.
آدم خو الله جانو ــ شملا
اتارو شڪ ڪا.
هي سپئي منزلون ۽ ملـڪ
طالب ڪي طئـ ڪرڻيون آهن.
مڙوئـي منزلون ۽ ان جـو
تفصيـل نـ ٿو ڏئي سگهان، چو تـ
مضمـون ڊگهـو ٿـي وينـدو. اشـاره
حاضر آهن.
لاهوت، هاهوت، بـاهوت،
ناسوت، ملڪوت ۽ جبروت.
نفي، خفي، قلبي، روحي،
سري، ۽ اخفي، هي لطيفا آهن.

جن جي وسيلي دم ڪي
طواف ڪرائبو آهي
ذڪر نفي اثبات. پـوء نفـي ڪـان
سري ڪان خفيء ڪان قلبي ڪان وري
سريء ڪان روحي تي.
معرفت جو ملڪ فقير جو
ملڪ آهي:
دم ريڏاوتون دم دم سان
ڪار نـ آهيون ٻئي ڪم سان.
(مهدي مولي)
معرف آهي ماڳ اسان جو حقيقي
هر هر سان.
(مهدي مولي)
سڌو پنڌ صورت جو ـ واٽون ڪل
ور،
اٿڏني جي ڪر اثباتي ـ ڏنا سـڀ
وسار.
(مهدي مولي،

'ز ڏي ڏيهه ۾ توڪل جو
د جو پڌرو لهڻو اهي.
ڪاپا سپ لوڏ جا لاهي،
رشما ناتا ٿوڙي، خواهشن لذتون،
مزا ترڪ ڪرڻا آهن ايستائين جو
ترڪ کي بہ ترڪ ڪرڻو آهي ۽
صورت جو پنڌ وڏو اهي جنهن جو
پيچرو سنئو آهي. حد لاحد لنگهي،
پنهنجي حقيقي محبوب جي
صورت سيني ۾ سمائي آهي ۽
ايترو تہ محو رهڻو آهي جو. هي هو

(ادمڪ دمي. روحڪ
روحي. جسمڪ جسمي. لحمڪ
لحمي)

عشق ۾ پنهنجو پاڻ
جلائڻو آهي پر، ان جو مقصد
اپگهات ڪرڻ نہ آهي. دائم ديدار
حاصل ٿئي پوءِ ٻي ڪا بہ شي
عاشق کي نظر نہ اچي ۽ اهو جڏهن
مرشد کي اثبات ڪري ٿو تہ. ڪا
بہ ولي نہ ٿي رهي.
(ونحن اقرب)

وحدت ملندس. دم کي پنهنجي
جسم ۾ طواف ڪرائي ٿو پوءِ، هن
لاءِ پيو ڪو ڪعبو ڪا معنيٰ ڪو
نہ ٿو رکي جو، اٿي ڪعبي ڏي
وڃي. صورت واري سڌ ۾ ايترو تہ
عاشق محو آهي.

هو پي ڪين وڃڻو - هي
پي ڪين ويو.
نفي ۽ اثبات ڪان پري
خيال پيو.
سچو سچ ٿيو - هانهپ
هولي ناهه ڪا.




هڪ ٿئي.
(سوره ساجد ،سر جا -
اصل ڪان اڻ موٽ.
سر سينگاري ملبا - گيڙو
پڌي گهوٽ.
ترڪ ڏئي ترڪ کي
.ڪري الف واري اوٽ.
محمد چڙهي چوٽ .نانگا
ملبا ناٿ سين)
(محمد فقير کتياڻ)

مرڻ جيئڻ وس منهنجي
.قضا کي ڪهڙي قدرت؟
(مهدي موليٰ)

ما.ن توهان جي ساهه جي
رڳن ڪان بہ ويجهو آهيان ۽ پوءِ
خود جو خالق بڻجي وڃي ٿو. پوءِ
اهو تمام صفات تي قادر آهي ۽
هن ڪان ڪا بہ ڳجهائي نہ ٿي
رهي، ڇا ڪاڻ تہ پنهنجي پاڻ کي
بوتي مثل بنائي ان ۾ دم پري ٿو.
ڪثرت ۾ ڪاهي ٿو وڃي تہ.

(سچل)
هان پي آپ خيال - لپ
سان، بہ نال خيال دي.
(سچل)
خيال ۾ رخنو نہ پوي.
انهيءَ دائمي مزي کي هر وقت
پسي ٿو ۽ اها عبادت هن جي هر
وقت جاري وساري آهي ۽ قائم و
دائم آهي.

(پنج ئي وقت پڑهياسين
پورا)
(فقير مهدي پاڪ)
ظاهر ۾ تہ فقير پاڪ ڪا
نماز ڪا نہ پڑهي پر، جيڪي دم
پنهنجي محبوب جي ديدار ۾ هجن
تہ پوءِ انهن جو وقت محتاج آهي ۽
نہ ڪي اهي وقت جا.
پنج يا ڏهہ، جيڪو انگ
آهي سو، ڳڻپ ۾ آهي. هتي شمار
ئي ڪونهي. بي انت بحر آهي
جنهن جو، ڪو بہ شمار نہ آهي، نہ
حد آهي نہ لاحد آهي. نہ ابتدا
آهي، نہ وري انتها. حد اها شي
آهي جنهنجي، ابتدا ۽ انتها جي
خبر هجي. ۽ لاحد اها آهي جنهن
جي شروعاتي سري جي تہ خبر پوي
پر انتها جي خبر نہ پوي.
حد لاحد لنگهي وڃڻ کي
بي انت بحر چئجي. جنهن جي
شروعات ۽ پڇاڙي آهي ئي ڪانہ.
رڳو سڌ آهي. جيڏاهن بہ رخ رکجي
تہ سامهون صورت اٿس. اهو
عاشق جي عشق جو معراج آهي.

حدين وڃي هر ڪو لاحد
وڃي پير.
سچل سو فقير جيڪو حد
لاحد لنگهي وڃي.
(سچل)
(بيقراري قرار، بره بهادر
لاٿي آ بهاري)
(فقير مهدي موليٰ)
عاشقن جو سر اڏي لاءِ هر
دم تيار رهي ٿو، هو هر وقت
حڪم جي اوسيئڙي ۾ رهن ٿا.
اڏيءَ ۽ ڪات جو - سارو
ڪيم سير،
کهڻ وارو ڪير؟ ڪڏي
ڪسي ڪير ٿو؟
(محمد فقير کٽياڻ)

اڏيءَ ۽ ڪات جو -
سمجهيم سارو ساز،
کهڻ وارو ناز - ڪڏي
ڪسي راز ٿو.
(سيد علينواز جهانيان)
عاشقن حق جو هوڪو
ڏنو آهي. منصور هلاج اناالحق چيو
يعني مان حق آهيان. مان خدا
آهيان. سندس جسم جا انيڪ
ٽڪرا ڪيا ويا. شيخ حسين بن
منصور کي جڏهن ڦاهي لاءِ آندو
ويو تہ آخر ۾ سندس اکيون ب
ڪڍيون ويون پر، مسڪرائيندو
رهيو ۽ چوندو رهيو اهو ڪهڙو
عاشق آهي؟ جيڪو، سوليءَ تي
نماز پڑهي ۽ وضو، خون سان نہ
ڪري؟
شاهہ شمس تبريزي جي
جسم تان کل لاٿي وئي
جيڪو، عاشقن جو مرڪ آهي.
بس، عشق جي
اظهاري ۽ واعدو ڪربلا ۾ پورو
ٿيو.
واهہ امام تنهنجو عشق ۽
ان سان نباهہ. ڪربلا جي ميدان جا
عاشق فقط انهيءَ انتظار ۾ رهيا،
تہ ڪڏهن ٿو وارو اچي تہ، عشق جو
جام پيئجي.
اهو چا هيو؟ اهيو هو يار
کي راضي ڪرڻو.
الله طالب فقير جو آهي -
سر مان پير سماع،
انهيءَ منهنجي ڳالهہ
سچي تي - اوهان ڪيو ويساهہ.
(سرڪار مهدي موليٰ)
(عشق جي باهہ هر شي
جلائي ڇڏي ٿي، سواءِ الله جي)
هن مام کي ڪي مهمير
ئي پرکيندا. چو تہ، عاشق معشوق
جو مالڪ آهي. طالب طلبي ٿو

راضپو پوءِ، جيڪي منصوري ميدان
ملهائين ٿا تنجو هو طالب آهي.
(الهيٰ انت مقصودي
ورزاق مطلوبي)
جيڪو مطلوب جو مقصد
آهي، اهو طالب جو مطلب آهي.
بس ڳرو پسڻ جو اولو آهي. پاڻ
جيڪو عبد آهي سوئي معبود
آهي.
عشق جي منزل ڪي عاشق
چاڻن ٿا. انهيءَ اڳ ۾ پڇڻ آسان
ڪم نہ آهي. بس ڪروڙن لکن
مان ڪو ڪو. هي منزل ماٿي ٿو،
جنهن تي سندس هادي، رهبر،
مرشد، ستگر، مهيسي، پير مغان
جي چانئُ آهي. مرشد ڇپر آهي ۽
مالڪ آهي. طالب کي منزل ب
منزل اڳتي وڌڻو آهي. ۽ پنهنجي
حقيقي رهبر ڏانهن هڪ غافل
ڏڙڪن سپ ڪجهہ ختم ڪري
ڇڏي ٿي. هي سالڪن جو ڪم
آهي. خيال جي پاڪائي ۽ پختگي
ضرور رنگ لائي ٿي.
مٿان ڪڪر قرب جو -
مهر وسي مينهن،
باهتر حور هنج ۾
-هندوري ۾ هيءُ
هنج ۾ ڏين هونگرون - تہ
بہ لنگين نہ لڳي ليءُ،
پريو ڪوڏا ڪيف جا -
پيار ڏيو چون پيءُ
پيتم ڪوڏا ڪيف جا -
مونکي نظر آيو نينهن.
ڏکن وارو ڏينهن - مهدي
عشق اڪثين نہ ڏيکاريو:
(مهدي موليٰ)

# اڄ جو معاشرو ۽ صوفيءَ جو ڪردار/ تحرير: ڊاڪٽر سيد عاشق علي جهانيان

اڄ جڏهن ٽيڪنالاجي انسان ۽ انسانن قدرن جي جاءِ والاريندي پئي وڃي، ماڻهو مولويءَ سائين جو انڪار ڪرڻ لڳو آ سائنس (بي روح علم) مذهب جي حيثيت وٺندو پيو وڃي ۽ هيترن انقلابن ۽ سياسي تجربن کان پوءِ به انسان جي پوڪا گهٽجڻ بدران وڌندي پئي وڃي، تڏهن هڪ اهڙي نظام جي ضرورت اڳي کان گهڻو وڌي وئي آهي جنهن نظام تحت ماڻهو، کي ڪائنات ۾ سندس حقيقي مقام ملي. ماڻهو کان سندس مقام حيثيت ۾ ماڻهوئي کسيو آهي ڇو ته هن بي مخلوق. ماڻهو، کي ماڻهو جو استحصال ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ سندس تربيت ڪرڻي پوندي (جيڪو شايد دنيا جو سڀ کان ڏکيو ڪم آهي) ماڻهو کي اهو ذهن نشين ڪرائڻو پوندو ته هن ڌرتيءَ تي سڀني کي گڏ رهڻو آهي ۽ ڌرتي جي وسيلن تي سڀني جو (انسانن جو جانورن جو) هڪ جهڙو حق آهي سهولتن سان زندگي گذارڻ هر جاندار جو بنيادي حق آهي.

مساوات وارو اهڙو ماحول ڏيڻ لاءِ اهڙو نظام گهرجي جيڪو ماڻهو کي سندس اشرف المخلوقات هجڻ جي ناتي سندس فرض سمجهائي ۽ انهن فرضن کي پورو ڪرڻ لاءِ سندس تربيت ڪري. کيس علم فراهم ڪري هڪ اهڙو نظام جيڪو مولويءَ سائين جي هيڪڙائي ۾ يقين رکي سندس رضا کي قائم ڪري ۽ سندس مخلوق سان سندس ذات جي حوالي سان محبت ڪرڻ جي هدايت ڪري. اهڙو نظام جيڪو حسن، نيڪي ۽ حق سچ کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ کي ترجيح نه ڏئي اهو ممڪن آهي جي ماڻهو ان ذات جي خدمت ۾ پاڻ کي حاضر ناظر سمجهي جيڪا ذات پاڻ حسن متعلق آ سڀ کان وڏي نيڪي آ حق آ سچ آ ۽ پيار جو سر چشمو آ.

صوفيت ـ تصوف (هتي تصوف مان اسان جو مقصد وحدت الوجودي تصوف آهي) اهڙو نظام آهي جيڪو ڪائنات کي سندس روح سميت سمجهي ٿو ۽ سچي مخلوق کي سندس حقيقي حيثيت ڏين جي هدايت ڪري ٿو.

علم ـ علم حاصل ڪرڻ ۽ ڏين هڪ جهڙائي. نياز نوڙت ۽ محنت رياضت منهنجي خيال ۾ چار بنيادي نقطا تلهي ليکي تصوف جي جوڙ جڪ ڪن ٿا.

١. علم:

حقيقت جو علم. ڪائنات جو انسان جي حيقت جي علم، ساري موجدات توڙي باطن جو علم سموري موجدات ۽ لقاءِ جي ڪارج جو علم. هي علم حاصل ڪرڻ ۽ ورهائڻ.



٢. هيڪڙائي:

بنيادي حقيقت جي هيڪڙائي جو اقرار وحدت الوجود وارو مڪتبهءِ فڪر هن حقيقت جو اظهار ڪري ٿو. جيڪا ڳالهه معاشري مان، زندگيءَ مان طبقن، ذات پات رنگ نسل ۽ مذهبن جا سارا تفاوت ختم ڪرڻ جو بنياد وجهي ٿي.

٣. نياز نوڙت:

ائين جيئن ميوي سان پريل وڻ جهڪي پوندو آهي. ائين حقيقت کان واقف ماڻهو. علم وارو ماڻهو نياز نوڙت جو مظاهرو ڪندو.

۴. محنت ـ رياضت:

افلاطون پنهنجي مشهور تصنيف رياست ۾ انصاف جي وصف، ڪنهن به ڪم کي نيڪ، صحيح (Perfect/ Proper)نموني سان انجام ڏيڻ بيان ڪئي آهي.

هن دنيا جي وهنوار جي جوڙ جڪ حرڪت، محنت، رياضت سان ٻڌل آهي. ان حوالي سان محنت انصاف ۽ سستي نا انصافي ٿيندي. (تتي، ٿڌي، ڪاه. ڪانهي

ويل ويهڻ جي) ۾ محنت رياضت اهڙيءَ مقصد لاءِ جنهن سان گهٽائي جو فائدو ٿئي. چاڪاڻ جو اهو به عين انصاف جي تقاضا جي مطابق ٿيندو. خليل جبران چوڻي ڪم رياضت، نظر ايندڙ پيار آهي. ۽ پيار صوفيءَ جي شخصيت جو بنيادي عنصر هجي ٿو. ته دنيا جا سڀئي وڏا مذهب گهڻو ڪري مٿين چئن نڪتن جي تعليم ڏين ٿا پر اهي هي سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ جزا ۽ سزا جو نظام ٻڌائين ٿا.

تصوف سڻي، حقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ ان جو حقيقي هجڻ ئي ٻڌائي ٿو. اهو ڪيو جيڪو نيڪ هجي جيڪو انصاف جون تقاظائون پوريون ڪري اهوئي ڪافي آهي تصـــوف مذهبـــي مونجهـــارن (Dogmas)حدن کـان مـاٿهو کي آزاد ڪري ٿو هونءَ به مذهبن جي گهرائـيءَ ۾ وجبـو تـه جتـي مذهب انسان جي خيال اڳيان بس ايستائين اڳتي نه (جو پردو ڏئي ٿـو تصـوف ان پـردي جـي پويـان شروع ٿئي ٿي).

ان رجهـان ڪـري ئـي تصوف ۾ عبادت جو ڪو به مقرر شيڊول نه آهي تصـوف ۾ عبـادت ڏاڍي ســهنجي ۽ (پريڪٽيڪــل) علم لاءِ غور فڪر مراقبي ۽ اسم اورڻ کـان وٺـي جسماني ريـاضت تـائين صوفي جي عبـادت ڦهليـل آهي. نفيءَ کان انلحق (تاءِ).

زهر جي پيالي پيڻ کـان وٺي گهاٽي تائين، صليب کان وٺي ڪربلا تائين ڪوفي جي مسجد ۾ سـڪل مـاني پـاڻي ۾ آلـي ڪـري کائڻ کان وٺي يهوديءَ جي باغ ۾ مالهپ ڪرڻ تائين چنيسر جي فتح ڪرڻ کانپوءِ ڪوڏيجي جي پهاڙن ۾ اج بک تي فنا بقا جي منزل تائين سڀ تصوف جي عبادت آهي صوفـي، درويـش جـو هـر عمـل عبادت هجي ٿو (جو دم غافل سو دم ڪافر) تون هي تون ۽ پيار اڻ کٽ پيار بنا ڪنهن فرق ۽ غرض جي ڪائنـات جي ذري ذري سـان پيـار چاڪاڻ جـو ذري ذري ۾ هـو پاڻ موجـود آهي ۽ جتـي هـو پـاڻ موجود آ اتي صوفـي جـو پيـار نـه پهچي اها نا انصافي آ تون هي تو ڏاهپ پـري سرمستيءَ جـي هـڪ ذهني ڪيفيت:

صـورت جـا ســاهڙجي،
ساجي ڏني آن
هوند نـه پليـو مـان گهـڙو
سڀ گهڙا ڪٺي.
سـدا آهـي سـورجي، وا ۾
وڙين وائي،
جيڪا ائن من ۾، سلن نـه
سائي،
اوڙڪ اهائي ڳوليو لهن
ڳالهڙي.

(لطيف)

تلهي ليکي مٿيـان چـار نقطـا تصــوف جــي روحــاني ۽ سماجيءَ زندگيءَ جو ڍانچو جوڙين ٿا.

هن وقـت انسـاني سمـاج جنهـن خـود گــرزيءَ بيگـانگيءَ جهـالت ۽ سلطنت جـو شـڪار آ ۽ جنهن جي نتيجي ۾ غربت، ڏوهه، تشي بي انصافي ۽ بي رحمي جو راڄ آ ان کان ڇوٽڪاري لاءِ تصوف جي تعليم عام ڪرڻ جي ضـرورت آهي هـن مقصـد حـاصل ڪـرڻ لاءِ جيڪي ڏريون پاڻ ڪي هن مڪتبـهـ فڪر سان لاڳيـل سمجهيـن ٿيـون تـن وفـاداريون نبـائيندي، پنهنجي ڪردار ۽ ڪاوش مان دنيا جي هن نظام کان روشناس ڪرائڻو پوندو.

ناڪـــاره لاڙن خــــلاف ڪربلائـــون وڙهڻيـــون پونديــون، صليبيون سينگارڻيون پونديون.

تصوف جون درس گاهون (ميخانـه) جيڪي پنهنجي ڪردار ادا ڪرڻ بدران بگاڙ جو شڪار ٿي تصوف جي بدناموسيءَ جـو سـبب بنجي رهيـا آهـن . انهـن کـي وري فعال بنائڻو پوندو. گڏو گڏ جديد ٽيڪنولاجيءَ کي مثبت نموني سان اسـتعمال ڪنـدي ان مـان فـائدو وٺنـدي پرنــٽ ميڊيـا ســان گـڏ ڪمپيوٽـر ۽ انٽـر نيــٽ ذريعــي تصوف جي تعليم عـام ڪـرڻ تي ڌيان ڏيڻو پوندو جيئن دنيا جيڪا نفرت زيـان بـي مقصديـت ذهنـي ٿڪـاوٽ جوشــڪار آ ۽ ڪنهـــن روحـاني عـلاج لاءِ واجهـائي رهـي آهي، ان جي رهنمائي ٿي سگهي.

تصــوف جيڪــو رنــگ، نسـل، مذهـب ۽ طبقــي کـان هٽــي ڪري اڄ جي انسان جي زخمي روح تي ملم رکڻ جي ڀرپور طاقت رکي ٿو تنهن جي تعليـم عـام نـه ڪـرڻ انتهائي غير ذميداريءَ وارو عمـل هوندو ۽ تصوف سان لاڳاپيل ڌرين کان اهڙي بي انصافيءَ واري رويي جي توقع نه ٿي رکي سگهجي.

# اظهار عقيدت ۽ حقيقت

حڪيم غلام الرسول لاکو



شاهپور جهانيان

سارئ رات سبحاڻ جاڳي جن ياد ڪيو
اڻ جي عبداللطيف جئي مٿي لڏو ماڻ
ڪوڙين ڪن سلام اڄيو آڳهه اڻ جي
شاهه

سنڌ سونهاري جا بخت بالا آهن. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن کي سنڌ جي طرف کان خوشبو ايندي هئي سنڌي ماڻهن جي صفتن کي ڏسي پاڻ سڳورن معراج ماڻڻ کان اصحابن کي فرمايو ته حضرت موسيٰ عليه السلام اهڙو هو جهڙو سنڌي ماڻهو.

واه! سنڌ ته تنهن جا بخت سهڻي سائين صلي الله وعليه وسلم

جن جي توتي مهر!

سنڌ ۾ بين ملڪن کان نبي سائين جو اولاد مبارڪ سيد زادا گهڻا آيا سنڌ جا ماڻهون به نبي سائين جي اولاد تان قربان گهور پيا ٿين ڪيترائي سيد سنڌ ۾ آيا ته هتي سنڌ جي قربداري محبت ڏسي هتان جا ٿي ويا جهانيان خاندان ويتر سنڌ جي سونهن وڌائي آهي واه سنڌ تنهنجا بخت!

جناب حضرت حسن شاهه جهانيان به سنڌ جي عين دل واري علائقي ضلع ۾ رونق افروز ٿي هتي جي ماڻهن جو دليون اجاريو سندن ڪرامتون سوين آهن جن جي لکڻ لاءِ دفتر گهرجن.

اولياءِ الله جي تعريف ۽ سڃاڻپ لاءِ عقل علم جو ڪو به پيمانو نه آهي پر اهل معرفت جو چوڻ آهي ته اولياءِ الله اهي آهن جن کي ڏسي الله تعاليٰ ياد اچي حضرت حسن جهانيان جن هتي جي ماڻهن کي رب جي راهه ڏيکاري تصوف جي جوت جلايائون. شاهپور جا ڀاڳ ڀلارا ٿيا شاهپور کي جهانيان جو شرف مليو. اها شاهپور جيڪا گمنام هئي غير معروف هئي شاهپور ملڪان ملڪ مشهور ٿي پري پري جا ماڻهون آيا جن اچي پنهنجي مرشد جو ديدار ڪيو ۽ تصوف جي رنگ ۾ رنگجي ويا پوءِ ته هتي مٺيا جي مايا ٿي وئي سندن گادي وسندي وئي ان هن وقت تائين ڪامل بزرگ الله وارا ۽ صاحب ڪرامت ٿي گذريا آهن جن پنهنجي پنهنجي وقت ۾ عوامي خواص ۾ مقبوليت حاصل ڪئي جن ادب ڪيو اهي هن درگاهه تان پڇي پارس ٿيا جن بي ادبيون ڪيون اهي اجا سڻيءَ نه آيا اهڙا اڪيئن ڏٺا واقعا به گهڻا آهن سندن گادي آباد آهي هن درگاهه تي ١٧ رجب جو عظيم الشان عرس ليندو آهي جيڪو ٿي چار ڏينهن هلندو آهي سڄي سنڌ پنجاب ۽ بلوچستان مان زائرين اچي مرشد جي زيارت ڪري فيض جون جهوليون ڀريندا آهن ۽ عقيدت جا گل وڌيندا آهن موجوده سجاده نشين جناب سيد مقصود علي شاهه صاحب مخلص ملنسار خنده پيشاني سان ملندڙ خاموش طبع جو مالڪ پنهنجي بزرگن جي نقش قدم تي قائم طالبان حق لاءِ رهنما آهي پنهنجي مريدن کان علاوه شاهپورجهانيان ۽ ان جي آس پاس وارن علائقن تي سندن خصوصي عنايتون جاري آهن شال سندن قربداري ۽ نوازش اسان تي قائم هجي.

# مخدوم جهانيان جو اولاد

تحرير: شاهه جمال مسعود
اسسٽنٽ جنرل مئنيجر النور شگر ملز لميٽيڊ شاهپورجهانيان



سنڌ جي سر زمين اهڙن بزرگ هستين سان مالا مال لڳي پئي آهي اهڙن بزرگن مان سيد مخدوم حسن جهانيان به سنڌ جي بين صوفين جيان هڪ عظيم صوفي ۽ انسان دوست عالم ٿي گذريا آهن.

پاڻ تارخي حوالي سان ملتان ۽ اچ شريف مان تشريف فرما ٿيا. اچ شريف بزرگن جو مرڪز سمجهو ويندو هو. اچ مشهور معروف ۽ عزت واري جڳهه آهي قديم زماني کان اچ ملتان جي تابع رهيو آهي هن جي سرزمين انهن ڇهن جاين مان آهي جن قلعن کي مٽي سان پرڻ جو حڪم راءِ ساهسئي بن سهرس رعيت کي دِل بدران ڏنو هو. انهن ڇهن جاين مان ٽي جايون اچ ـ گيلاني ۽ اچ مغليه هڪ ٻئي سان گڏ آباد آهن. هي علائقا متانهان ۽ خدا وارن جي مرجع ۽ اهل الله وارن جو آرام گاهه آهن. تاريخ تحفته الڪرام موجب سيد جلال شاهه وڏي کي چار فرزند هئا.

1 سيد علي شاهه　2 سيد جعفر علي شاهه
3 سيد محمود غوث شاهه　4 سيد احمد ڪبير

۽ وري سيد احمد ڪبير شاهه کي به پٽ هئا هڪ مخدوم جلال شاهه جهانيان ۽ ٻيو سيد راجو قتال شاهه هي ٻئي سيد وڏن ولين ۾ شمار ٿين ٿا. مخدوم جهانيان جي ظاهري طور باطني تربيت سندس والد ڪئي هئي پر تنهن هوندي به پاڻ شيخ رڪن الدين جا مريد ٿيا سندن نعمت مخدوم جهانيان سان مشهور ٿيو تحفته الڪرام موجب عيد جي ڏينهن مخدوم جهانيان پنهنجي مرشد شيخ بهاؤ الدين جي روضي تي وڃي عيد جي خرچي گهري آواز آيو ته توکي خداتعاليٰ مخدوم جهانيان يعني جهان وارن جو مخدوم بنايو آهي تنهنجي لاءِ عيد جي خرچي اها ڪافي آهي اهڙي طرح وري شيخ صدرالدين جي روضي مبارڪ تي ويا اتان به ڪين کي اهو ئي حڪم مليو پاڻ اتان جڏهن ٻاهر نڪتا ته ڪيس کي هر ڪو ماڻهون مخدوم جهانيان سڏڻ لڳو مخدوم جهانيان وارن بزرگن جون ڪرامتون ڳڻڻ کان وڌيون آهن مخدوم جهانيان مڪي مڪرم ۾ به امام عبدالله يافعي سان به محبت ونديندا هئا. پاڻ پوري زندگي تصوف ۽ انساني دوستي جو درس جاري رکيو اهڙي طرح سن ٧٨٥ هجري ۾ سردار سلطان فيروز خان لانگاهه جي دور ۾ وفات ڪيائون سندس خاندان سلسله تصوف جاري رکيو ۽ سيد حسن شاهه جهانيان سندن خاندان جا چشم چراغ هئا سيد حسن شاهه جهانيان کي اولاد نه هيو سندن ڀاءُ سيد اسحاق شاهه جهانيان جي اولاد مان هي سلسلو موجوده سجاده نشين تائين رهندو پيو اچي. سندن خدمتون ۽ ڪلام هر وقت اسان جي رهنمائي ۽ رهبري لاءِ [illegible] آهن. خدا تعاليٰ شال اسان کي سندن نقش قدم تي هلڻ جي توفيق فرمائي. (آمين)

# جيڪي ڏٺو مون ليکڪ. محبوب علي لاڙڪ

سنڌ سونهاري ڌرتيءَ گهڻن ئي عظيم بزرگن کي جنم ڏنو آهي. جن جي اچڻ سان انسان کي حقيقت جي راهه ۽ انسانيت جو سبق مليو ٿو. هونءَ ته هيءَ سنڌ ڌرتيءَ پيرن فقيرن بزرگن ۽ صوفين سان نوازيل آهي. انهن صوفي بزرگن مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي. سچل سرمست. قلندر لعل شهباز. شاهه عنايت شهيد. فقير سائين مهدي شاهه جهانيان جهڙا بزرگ قابل ذڪر آهن انهن مان سيد فقير علي گل سائين جهانيان جن پڻ قابل تعريف آهن.

سيد فقير علي گل سائين جهانيان جن تاريخ ١٠-١-١٩٢٠ع ۾ جهانيان خاندان جي عظيم هستي روحاني بزرگن جي فقير گهرائي حضرت سيد هادي بخش جهانيان جن جي اڱڻ مبارڪ تي هن عالم ۾ آمد ٿيا. سندن صورت مبارڪ ۾ مسڪينن ۽ يتيمن جي رهنمائي نظر پئي آئي. پاڻ شروعاتي تعليم پنهنجي والد صاحب حضرت سيد هادي بخش جهانيان جن کان ورتي جيڪي پنهنجي وقت جا وڏا عالم دين ۽ حڪمت جا پارکو هئا پنهنجي شهر شاهپور جهانيان جي پرائمري اسڪول ۾ ٣ درجا پڙهيا.

انهيءَ کان پوءِ کين دل ۾



خيال آيو ته هيءَ تعليم ڪنهن به ڪم جي نه آهي ۽ قدرت جي طرفان جيڪا انسان ذات لاءِ ازلي تعليم مليل هئي اها ابوجهه ۽ مسڪين ماڻهن تائين پهچائڻ لڳا.

سندن گفتگو تمام سهڻي ۽ من موهيندڙ هوندي هئي



ڪو به تڪل تڪل پريشانيءَ جي حالت ۾ ايندو هو ته پهريائين ڪائنس ماني ٽڪي جو پڇندا هئا جيئن سندن ٿڪاوٽ ۽ پريشاني دور ٿي ويندي هئي پاڻ جنهن به جاءِ تي ويندا هئا مثلاً گمبٽ شهر جي اوڀر طرف ريلوي اسٽيشن جي پرسان اتي آستانو ڪاهيائون اتي پري پري جا ماڻهو غريب توڙي امير اچي سائينجن وٽ امن پيار محبت جو درس ٻڌندا هئا وڏن ماڻهن ۾ پير سائين پاڳارو مير علي ڏنو خان جاجا ميان جهڙا ماڻهو پڻ پٽ تي ويهي سندن ڪچهري جو مزو ماڻيندا هئا. ڪجهه وقت کان پوءِ سائين جن درگاهه حضرت رسول بخش جهانيان (مانڌر) جي لڳ ظاهر پير ٿي آستانو ڪاهيو اتي به

اهڙي نموني سان لکن جي تعداد ۾ ماڻهو اچي ... ۽ امن جو درس ونندا هئا. ڪجهہ وقت رهڻ ڪانپوءِ سندن چاچي ۽ مرشد سيد فقير مهدي سائين جن کين چيو تہ اوهان هلي درگاهہ تي خدمت ۽ رياضت ڪريو ۽ پاڻ پنهنجي مرشد جي ڏنل سبق تي عمل ڪيائون سڀ کان پهريائين درگاهہ جو پهرئين جيڪو ڪچو ڪم ٿيل هو انهيءَ کي پڪو ڪرايائون ۽ درگاهہ تي هڪ مسجد پڻ ٺهرائي ۽ درگاهہ تي جيڪي اڳئين زماني جون ڪکائيون جهوپڙيون هيون ڍهرائي اتي هڪ مسافرن لاءِ عظيم عاليشان بنگلو ٺهرايائون جنهن جي ڊزائين اهڙي خوبصورت آهي جو دنيا جي ڪنهن بہ ڪند ڪڙڇ ۾ اهڙي نہ ٿي ملي ان جي اڳيان روڊ رستا ۽ باغيچو پڻ ٺهرايائون انهن بوٽن جي حفاظت پاڻ ڪندا هئا. ايتري قدر جون ماڻهو ڪانئن پڇندا هئا تہ قبلا توهان کي ڪا اولاد؟ پاڻ فرمايائون تہ اسان جو اولاد اهي وڻ بوٽا آهن.

پاڻ سدائين سادو کاڌو ۽ سادو لباس پهريندا هئا. پاڻ جهڙي وقت ماني کائيندا هئا تہ ڪيترن ئي قسمن جا ٽڪي اچي ... ئن جن جي اڳيان ويهندا هئا ۽ پاڻ يڪدم اتان مانيءَ جا ذرا ذرا ڪري انهن کي کارائيندا هئا ۽ پوءِ پاڻ کائيندا هئا. سيارو هجي توڙي سانوڻ صرف اهي بہ (گيڙو رنگ جا) ڪپڙا پائيندا هئا هڪ دفعي سائين جن درگاهہ جي اڱڻ ۾ چنڪار ڪري رهيا هئا تہ اوچتو ان وقت جو وزيراعظم جناب غلام مصطفيٰ جتوئي صاحب ۱۰۰ کن جي تعداد ۾ گاڏيون پويان سائين جن وٽ پهتا اسلام عليڪم ياعلي مدد جواب مليو جتوئي صاحب، هيتري ججهڪي اٿو انهن کي چانهہ ڪير پياريندو؟ جتوئي صاحب عرض ڪيو قبلا چاهہ ڪمي اوهان جو ... ديدار ڪرڻ آيا آهيون پاڻ کيس ... ون اندر بنگلہ ۾ هلي ويهہ ... انون ... ضت پوري ... ڪري پوءِ ايندس مطلب تہ اسين توڙي غريبن سان هڪ جهڙا هوندا هئا سائين جن وٽ وڏن ماڻهن مان رئيس غلام مصطفيٰ جتوئي صاحب، رئيس جان محمد ڏاهري صاحب، سائين پير مظهرالحق صاحب اي. آئي.جي پوليس غلام عباس جعفري صاحب، آصف زرداري صاحب، عبدالحميد ابڙو صاحب ايتري قدر جو انڊيا جا ماڻهو پڻ ونن ايندا هئا هڪ دفعي لاڙڪاڻي شهر کان جتوئي ذات جو هڪ ماڻهو سائين جن وٽ آيو ۽ سائين جن کي عرض ڪيائين قبلا آئون هڪ اک کان ڏسي نہ ٿو سگهان دعا ڪريو تہ منهنجي اک ۾ روشني واپس اچي وڃي سائين جن کيس چيو تہ درگاهہ جي کوهہ مان پاڻي ڪڍي اک کي ڌوئي ڇڏ



مڙيئي ڏٺي خير ڪندو. انهيءَ ائين ٿي ڪيو ۽ ٿوري دير ۾ انهيءَ جي اک ۾ روشني واپس اچي وئي سائين جن کي ڏاڍيون دعائون ڪندو هليو ويو. ۽ انهيءَ ڪوهه جي پاڻي سان ڪافي ماڻهن جي چمڙي جي بيماري يا خارش وغيره ختم ٿي ويندي هئي ۽ اڄ تائين ماڻهو اچن پيا پاڻ پنهنجي حاضر خدمتگار يعني مون محبوب علي لاڙڪ کي چيائون ته دنيا جو نظارو ٿي ويو آهي هن وقت واپس پوئتي ساگهي اصل دنيا جو مزو ماڻجي انهيءَ ڪري پاڻ پنهنجي خدمتگار جي حيثيت سان درگاهه جي اڳيان پنهنجي جيئري ئي اٺ مهينا اڳ مزار ٺهرايائون ماڻهو ڪانئن پڇندا هئا ته قبلا سائين هيءَ ڪنهنجي مزار آهي ته پاڻ فرمايائون ته هيءَ منهنجي مزار آهي ۽ مان پنهنجو گهر اکين سان ڏسڻ ٿو چاهيان. مونکي بهتر ٿو لڳي. پاڻ مونکي چيائون ته محبوب دنيا جا سڀ ڪم ٿي ويا آخري ڪم تنهنجي شادي ڪرائڻي آهي پوءِ منهنجي والدين کي سائين جن چيو ته محبوب جي ساهرن کي تاريخ وجي ٻڌايو ١٧ ربيع الثاني ڏينهن جمع اها منهنجي آخري تاريخ آهي منهنجن ساهرن اها تاريخ قبول ڪئي شادي جي تياري ٿي پاڻ هڪ رات ٻاهر اڱڻ ۾ ستل هئا چيائون ته لاڙڪ مٿان خداءِ صاحب آسمان تي ڪڪري ڪئي آهي مينهن وسندو ڇا؟

آئون حيرت ۾ پئجي ويس ۽ عرض ڪيم ته قبلا سائين انهيءَ ڳجهه جو علم توهان ئي ڄاڻو ٿا بس اهي لفظ چئي بس ڪيم ته برسات پوڻ شروع ٿي وئي اسان صرف ٻه ڀائر موجود هئا سين سائين جن جي کٽ وٺي اندر ورانڊي ۾ ڪئي سين ۽ سمهي پياسين. ٿوري دير ڪانپوءِ منهنجي اک کلي ته مون ڏٺو سائين جن جي کٽ ٻاهر پئي هئي ۽ سندن کٽ جي مٿان ڪان هڪ سونهري رنگ جو پکي ويٺو هو جهڙي پکيءَ ٻولي پئي ڪئي اهڙي ئي ٻولي پاڻ پئي ڪيائون. صبح ٿيو مون سائين جن کي عرض ڪيو ته قبلا سائين رات کٽ ٻه اوهانجي ٻاهر هئي ۽ اسان ٻن ڀائرن ڪان علاوه ڪير ٻه نه هو ۽ پکي ٻولي ! انهيءَ جو مطلب ڇا

...و عزرائيل صاحب هو چيائين ته هاڻي آيو آهيان تيار ٿيو. پاڻ چيائون ته چيو مانس ته اهو ڇوڪرو جيڪو ورانڊي ۾ سمهيو پيو آهي ان جي شادي ڪرايان پوءِ مون ڪان ٻه نه پڇجان.

اهڙي طريقي سان شاديءَ جي رات سائين جن چيو ته جلدي موٽجو تنهنجو انتظار رهندو انتظار ۾ هر هڪ ماڻهوءَ ڪان پڇندا رهيا ته ڇع اچا ڪانه موٽي آهي؟ بهر حال اسان پهتاسين سائين جن انهيءَ يعني ١٧ ربيع الثاني ڏينهن جمع تي لکن جي تعداد ۾ پنهنجي عقيدت مند مريدن کي يا علي جو نعرو هڻي هميشه لاءِ الوداع چئي پنهنجي خدمت گار جي حيثيت سان درگاهه سيد حسن شاهه جهانيان جي اڱڻ ۾ پنهنجن هٿن مبارڪ سان اڏيل آرام گاهه (قبر) ۾ آرامي ٿيا.

سندن هر سال انهيءَ تاريخ تي ١٧ ربيع الثاني تي عرس مبارڪ ٿيندو آهي.

# سيد موج دريا جهانيان/ تحرير: سيد مسرور حسين جهانيان

هن ڌرتي جتي وڏن وڏن صوفي درويشن بزرگن شاعرن عالمن فلاسفرن ۽ تاريخدانن کي جنم ڏنو آهي اتي فقيرصفت انسانن سخي مردن جي ڪمي نہ رهي آهي اهڙن فقير صفت انسانن ۽ سخي مردن مان مخدوم سيد موج دريا جهانيان جن بہ هڪ هيا.

پاڻ جهانيان خاندان جي عظيم صوفي درويش حضرت سيد غلام مهدي شاهہ جهانيان المعروف عرف فقير سائين جن جا اڪيلا فرزند هئا سندن شاهپور جهانيان ۾ سن ۱۹۱۶ع ۾ پيدائش ٿي پار جي تعليم گود ۽ گهر ڪانئي شروع ٿي درويش جي گهر ۾ چاوا انهن جي نظر ڪيميا مٿن رهي سندن ننڍي هوندي کان ٿي هلت چلت عام ٻارن کان نرالي بلڪي وڏي عمر وارن ماڻهن جيان ۽ اچرج ۾ وجهندڙ رهي اٿين پاڻبو هيو تہ پاڻ هڪ ڪامل درويش ۽ خداوارا انسان ٿيندا. پاڻ سنڌي تعليم اسڪول ۾ حاصل ڪيائون عربي ۽ فارسي جي تعليم پنهنجي وڏي چاچي عالم دين حضرت سيد هادي بخش شاهہ جهانيان جن کان ورتي چو جو فقير مهدي سرڪار پنهنجي رنگ ۾ هجڻ ڪري جنهن ۾ سڀ ڳالهيون سمائجي وڃن ٿيون ان ۾ لاشريڪ ٿيڻ بہ هڪ اهم ڳالهہ آهي اهڙي طرح سيد موج دريا شاهہ جهانيان جن جي پرورش پنهنجي چاچي جي زير سايہ ٿي.



بچپن کان بلوغت ۾ اچڻ تائين سندن مزاج نهايت اميراڻو هيو پاڻ لباس ۽ گهوڙن جو شوق رکندا هئا جوانيءَ ۾ پير رکندي ٿي سندن چاچي سيد هادي بخش شاهہ جهانيان جن جو سايو سندن مٿان کڄي ويو جنهن ڪري پاڻ گهٽو ڪري غمزده ۽ اڪيلا رهڻ لڳا جڏهن تہ سندن خيال تصوف ڏانهن مايل هو تنهنڪري پاڻ پنهنجي والد فقير مهدي سرڪار جي دست بعيت ٿيا سائين جن طالب ٿيڻ کان پوءِ دنيا جي شور وغل کان نڪري



پڙهن ۽ ويڙهن ۾ وڃي حقيقي مالڪ جي عبادت ۾ مشغول ٿيا حقيقي رازن ۽ اسرارن کي پروڙڻ ۾ جواني پڙهن ۽ ڪبڙن جي ويڙهن ۾ چلا ۽ ڏها ڪٽيندي گذاريائون.

سائين جن پنهنجي زندگي جا ۱۷ سال جهنگ ۾ گذاريا شروع وارو عرصو ڪڇي جي علائقي ۾ گذريو ان وقت ۾ سندن مريد جن کي ڪنپر شاهہ سڏيو وڃي ٿو ڪڇي گڇيرو شهر ۾ اچ بہ وينل آهن اتي سيد ابراهيم شاهہ جي گهر پرسان ڪنهن وڻ هيٺان گذاريا پوءِ شاهپورجهانيان جتي هن وقت ميلو لڳي رهيو آهي اتي

گهڻو عرصو رهيا ان وقت اهو سڄو علائقو جهنگ هيو اتي ڪبڙيون ۽ ڪرڙ جام هئا ۽ اتي پاڻ ڳوڙهي ڪبڙ هيٺان رهڻ لڳا پاڻ ماڻهن جي ملڻ يا اچڻ تي خفا ٿيندا هئا جيڪڏهن ڪو ماڻهو اتي اچي نڪرندو هو ته پاڻ اها جاءِ ئي ڇڏي ويندا هئا ڇو جو پاڻ عشق الهيءَ ۾ مصروف رهڻ چاهيندا هئا ۽ دنياوي رونق کان پري هوندا هئا ان کان پوءِ آهستي آهستي هڪ ٻن درويشن کي اچڻ جي اجازت ملي جن ۾ فقير فيض محمد لغاري ۽ ارباب وڳڻ نالي فقيرن کي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جي سعادت نصيب ٿي پوءِ پاڻ ڪڙ پرسان زردارين جي ڳوٺ جي ويجهو رهيا پر پوءِ به پاڻ ويرانيءَ کي پسند ڪيو اتي سندن حاضر خدمت فقير بهادر علي لغاري رهيو ان کانپوءِ وري پاڻ هن وقت جيڪو (ننگر مڪان) سڏيو وڃي ٿو اتي چنن جي ڳوٺ پرسان رهڻ لڳا جتي چنه قوم کي سائين جن جي خدمت ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿي پر پوءِ پاڻ جلدي ئي حيدر شاهه جي ڪوٽ ۾ واپس آيا جيڪو درگاهه مخدوم سيد حسن شاهه جهانيان جي نزديڪ آهي جڏهن اها خبر فقير مهدي سرڪار جن کي پئي ته سرڪار جن سائين جن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ فرمايائون جيڪو ٿيو سو الڳ پر هاڻي توهانکي جهنگ ڇڏي وسندي وسائڻي پوندي اڪيلائيءَ جو به خاص وقت هوندو آهي جيڪو توهان خوب نڀايو ۽ اهڙي طرح مرشد جي امر کي اوليت ڏئي اڳيون لباس لاهي ۽ مرش جو حڪم بجا آندائون. جيڪا پراڻي قميص جيڪا سائين موج دريا بادشاهه جن پاڻ پنهنجي هٿن سان سبي هئي ۽ گوڏ کي الوداع ڪيو باقي ڪٿو جيڪو پوءِ به رهيو جنهن کي خاندان جي فرد سيد غلام سرور شاهه جهانيان جن جي بيحد اسرار تي سندن ٿي اسڪوٽر تي موري گهمڻ لاءِ چيو ڇاڪاڻ ته پاڻ سيد غلام سرور شاهه جهانيان سان گهڻو پيار ڪندا هيا ۽ سندن هر انگل مڃيندا هئا تنهنڪري پاڻ سائين غلام سرور شاهه جهانيان جن کي پيار مان (من سائين) ڪري چوندا هئا پوءِ اهو ڪٿو اسڪوٽر تي هوا تي هلي پيو ۽ پاڻ فرمايائون ته فقير شهنشاهه جن وري دنياوي زندگي ڏانهن واپس اچڻ لاءِ چيو آهي هاڻي اها موٽ ڪرڻي پئي تنهن کانپوءِ سندن حاضريءَ ۾ مريد ۽ عقيدتمند ايندا رهيا ۽ فيضاب ٿيندا رهيا. پاڻ نهايت سخي مرد ڪامل ۽ هميشه پيار محبت حق ۽ سچ جي پرچار ڪندا رهيا پاڻ هميشه غريبن ۽ يتيمن جي مدد ڪرڻ پنهنجو اولين فرض سمجهندا هئا ڪڏهن به ڪنهن سائل کي هٿين خالي نه موٽايائون پاڻ ٻارن سان شفقت سان پيش ايندا هئا.

سندن پيار ۽ قرب ۾ اهڙي ته ڪشش هوندي هئي جو پوري سنڌ مان ماڻهون ڪين وٽ کهي اچي ڪچهريون رچائيندا هئا.

سخي موج دريا بادشاهه جن جي اوطاق تي هميشه پري کان کهي ايندڙ پاندڙيندڙن سان پري پٽي هوندي هئي ڏينهن ۽ رات جو فقراهه جو يڪتارن ۽ چپڙين سان فقراهي راڳ ويراڳ هلندو رهندو هو پاڻ فقير فقراهه ۽ مهمانن ۾ ننگر پنهنجي هٿن سان پاڻ ورهائيندا هئا پاڻ پوءِ شادي به ڪيائون جنهن مان سندن کي چار صاحبزاده عطا ٿيا جن مان وڏي صاحبزادي جو نالو پنهنجي والد صاحب يعني سيد غلام مهدي شاهه جهانيان عرف (فقير سائين) رکيائون پاڻ تقريبن ٦٨ سالن جي عمر ۾ هن فاني جهان کي ڇڏي پنهنجي حقيقي مالڪ ڏي روانا ٿيا سندن عرس مبارڪ ٢٢ رجب تي هر سال شاهپورجهانيان ۾ عقيدت ۽ احترام سان ملهايو ويندو آهي.

# مخدوم سيد مقصود علي جهانيان جي شخصيت. حڪيم محمد يونس سولنگي

سيد مقصود علي شاهہ صاحب جن جي شخصيت ڪنهن بہ تعارف جي محتاج نہ آهي.

ننڍپڻ کان ئي سٺي سوچ سان سرشار ذهين ۽ ٻين ٻارن کان مختلف هوندا هئا. سندن والد حضرت مخدوم سيد علي شاهہ المعروف شير علي جهانيان جن اسلامي تعليم کان گهڻو واقف هئڻ سان گڏوگڏ صوفيانہ طبعيت رکندڙ ۽ سٺا شاعر پڻ هئا. جن جي تربيت سيد مقصود علي شاهہ جن جي شخصيت تي گهڻو اثر ڇڏيو. سيد علي شاهہ جن رب پاڪ کان دعا گهري تہ منهنجا مالڪ مونکي درگاهہ عاليہ مان جهانيان جو اهڙو تہ تاجدار جلدي موڪل جيڪو پوري انسان ذات کي پنهنجي محبت جي مينڌ ۾ مست ڪري ڇڏي.

الله پاڪ دعا قبول ڪرڻ فرمائي ۽ ٢٤ جولاء ١٩٦٧ع تي سيد علي شاهہ جهانيان جن کي دل گهريو محبوب فرزند عطا ڪيو. جنهن جو اسم مبارڪ بہ حڪم خداوندي (پنهنجي اولاد تي بهترين نالا رکو). مطابق سيد مقصود علي رکيو ويو سائين جن جي ولادت باسعادت ڳوٺ قيصر خان شاهاڻي ۾ ٿي سندن والدين ان وقت اتي پنهنجي وڏي ڀاءُ سيد علي رضا جهانيان وٽ پنهنجي ڪتب سميت ترسيل هيا سيد مقصود علي شاهہ جهانيان جن جيئن ئي سمجهہ لائق ٿيا تہ سندن والد بزرگوار کين کي سنڌي تعليم لاء شاهپورجهانيان جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو. ان بعد ستين جماعت جي لاء مورو هاء اسڪول ۾ کين کي داخل ڪرايو جتي پاڻ انگريزي، سان ديني تعليم بہ پڙهندا رهيا. ان وقت پاڻ مورو جي هر دلعزيز شخصيت فقير حڪيم صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڌڙو جن وٽ رهڻ لڳا جتي سندن جون يادون اڄ بہ تازيون آهن.

پاڻ نهايت سليم طبعيت جا مالڪ هوندا هئا موري ۾ رهڻ دوران



ٻاهر نڪرندا هئا تہ ان وقت سندس ننڍي عمر جو ساٿي دوست شهيد شمس الحق ڪانڌڙو جيڪو صوفي صاحب جو وڏو فرزند هيو ان سان ئي سير و تفريح تي نڪرندا هئا. صوفي صاحب وٽ رهڻ ڪري اڄ بہ هو ان ڳالهہ کي عظيم سعادت سمجهندو آهي ان کان پوء سندن کي والد صاحب علي شاهہ جهانيان پيٽارو ڪاليج ۾ داخل ڪرايو جتي سندن کي محنت ڪرڻ تي سٺا نمبر مليا ۽ ايوارڊ بہ مليا.

بعد پاڻ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاء گريجوئيشن جي ڊگري لاء نوشهروفيروز ڪاليج ۾ داخلا ورتائون سيد مقصود علي جهانيان ننڍي هوندي کان ئي صاحب امانت ديانتدار، محبتي ۽ انسانيت سان پيار ڪندڙ هڪ سخي مرد آهن. سندن جي انهن صلاحيتن کي ڏسندي والد بزرگوار پنهنجي ذاتي مصروفتين خصوصن صوفيانہ زندگي گذارڻ، عبادت ۽ رياضت ڏانهن گهڻو متوجہ ٿيڻ سبب سجاده نشين کان علحدگي اختيار ڪرڻ خاطر پاڻ پنهنجي امانتدار لائق فرزند جي ٢١ جولاء ١٩٦٩ع تي شاهپورجهانيان ۾ دستاربندي تاج پوشي جو عاليشان پروگرام ڪرڻ فرمايو هن پروگرام ۾ ملڪي، غير ملڪي ۽ سنڌ جي مختلف علائقن مان ڪيترن ئي معتقدن، دوستن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي هي جشن ٽي ڏينهن جاري رهيو سيد مقصود علي شاهہ جهانيان سٺا شاعر. آرٽيڪيل ۽ ڳائڪ پڻ آهن سندن شاعري انگريزي، اردو، سنڌي، پنجابي ۽ سرائيڪي ۾ آهي. پاڻ صوفي خيال صاحب ڪمال آهن صبر و ضبط سندن خانداني ورثو آهي وقت جا عالم مفڪر ۽ صاحب حيثيت ماڻهون کين جو وڏو احترام ڪندا آهن. هي عاجز سندن جي سونهن ساراهہ تي جيڪر لکي تہ ڪيترائي ڪتاب پرجي وڃن تہ بہ سيد جو شان ۽ رتبو اعليٰ آهي. شال سندن جي ڇپر ڇانوُ مڙنين تي هجي. (آمين)

# ادبي ڪانفرنس جي ابتدا. تحرير عاجز اسلم لغاري

برصغير جي تصوف جي تحريڪ ۽ اسلام ۽ انسانيت جي درس لاء جهانيان خاندان جون علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي خدمتون اهم حيثيت رکن ٿيون.

هن خاندان جا بزرگ اچ شريف مان اچي شاهپور جهانيان جي وسندي، ڪيئي وسايائون ۽ انهن بزرگ هند ۽ سنڌ جي مختلف هنڌن تي وڃي پنهنجو پيغام محبت ڏيڻ لڳا. اهڙن ئي بزرگن منجهان مخدوم سيد حسن جهانيان رح جو ساليانو عرس مبارڪ هر سال ١٧ رجب کان شاهپور جهانيان ۾ ملهايو ويندو آهي، جتي ٻين مصروفتين ۽ مشغولين کان علاوه علمي، ادبي ڪانفرنس ۽ راڳ رنگ جون محفلون پڻ ٿينديون رهنديون آهن.



جهانيان رح خاندان جي علمي ادبي خدمتن جي پيش نظر ١٩٨٠ع کان ادبي ڪانفرنس جو بنياد ان وقت جي ٽائون آفيسر ۽ نوجوان اديب محترم عزيز مگسي صاحب جي ڪوشش ۽ ان وقت جي سجاده نشين مخدوم سيد علي شاهه جهانيان جن جي سرپرستي، سان رکيو ويو ۽ جهانيان ڪلچرل سوسائٽي جو بنياد رکي ان اداري جي اهتمام هيٺ هر سال شاندار ادبي ڪانفرنس ڪرائڻ جي شروعات ڪئي وئي ان وقت شاهپور جهانيان جا علم ادب دوست ينگ رائيٽرس گلڊ جي پليٽ فارم تان جهانيان ڪلچرل سوسائٽي سان ڀرپور سهڪار ڪندي هن ادبي قافلي کان اڳتي وڌائڻ ڀرپور ڪردار ادا ڪندا رهيا. هن ادبي ڪانفرنس جي بنياد رکندڙن ۾ محترم مخدوم سيد علي شاهه جهانيان جن جي سرپرستي ۾ جن نوجوانن پنهنجو ڪردار سر انجام ڏنو انهن ۾ محترم عزيز مگسي، محترم صوفي غلام مصطفى ڪانڌڙو، محترم سيد مقبول حسين شاهه جهانيان، محترم سيد روشن علي جهانيان، عاجز اسلم لغاري مرحوم بادل ٻگهيو، شبير سولنگي، رياض شاهد رضوي، مسافر قاسم لاڳاه، حاجي خان تبسم لغاري، مرحوم استاد عشق علي لغاري قابل ذڪر آهن ۽ انکانسواء جن ٻاهرين دوستن جو سهڪار وقت بہ وقت رهيو تن ۾ هدايت عمراڻي، عظيم سنڌي،



ادريس جتوئي، شعبان وڪڻ، پير بخش لاڳاهه، اسرار لاڳاهه، الهه وسايو عمراڻي ۽ ٻين ڪي پڻ نہ ٿو وساري سگهجي.

شروع ۾ ننڍڙي پيماني تي ادبي ڪانفرنس ٿيندي هئي پر آهستي آهستي هي سنڌ جي اهم ادبي ڪانفرنس ۾ شمار ٿيڻ لڳي ۽ هر سال بنان ناغي جي هي ڪانفرنس ٿيندي رهي ٿي.

شروع وارن سالن ۾ جن اهم ادبي شخصيتن ۽ فنڪارن هن محفل کي مان بخشيو تن ۾ محترم نياز همايوني، محترم محمد بخش جوهر، عبدالقيوم صائب، استاد بخاري، هدايت الله عمراڻي، راشد موراڻي، مشتاق

ڪاڪني، حافظ محمد بخش خاصخيلي، جمال الدين مومن، مومن ملراني، نذير قادري، ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، ڏاڏو رسول بخش ڪچيرائي، رئيس امان الله خان بگهيو، عرض محمد لغاري، ملڪ محمد هاشم ڏاڏيل، سيد نين شاهہ پروانو پنهور، محمد صالح لاکو، غازي پرهيار، جمن شاد، مخدوم عنايت، رانجهو بيوس، عاجز مورائي، حڪيم الله بچايو لغاري، اڪبر بلوچ فنڪارن منجهہ استاد منظور علي خان، عابده پروين، استاد فتح علي خان، استاد گلزار علي خان، وحيد علي خان، جلال چانڊيو، محمد يوسف، انور حسين وسطڙو، عبدالحميد عباسي، الهداد زرداري کان علاوه هن درگاهہ جا ڪيترائي عقيدت مند فقراهہ، فقراهي، عارفانہ صوفيانہ بول بوليندا رهيا آهن.

مٿي ذڪر ڪيل اديبن، شاعرن، فنڪارن ۽ عقيدتمندن منجهان ڪجهہ هي ماڳ مٽي چڪا آهن ۽ ڪي اڃان تائين ساٿ نڀائيندا پيا اچن.

مخدوم سائين سيد علي شاهہ جهانيان جن جي وصال بعد جڏهن سندن نوجوان فرزند سيد مقصود علي شاهہ جهانيان سجاده نشين ٿيا جيڪي خود بہ سٺا شاعر علم ادب دوست ۽ ڪلاسيڪل راڳ جا ڄاڻو آهن تن نہ صرف هن ادبي سلسلي کي جاري رکيو پر وڌيڪ بهتر ۽ جديد تقاضائن موجب هن ادبي ڪانفرنس جي رنگ کي روشناس ڪرايو.

١٩٨٦ع کان جهانيان ادبي سنگت جو بنياد سنگت جي سهڪار ۽ محترم سائين مقصود علي شاهہ جهانيان جن جي سرپرستي ۽ شفقت سان عاجز اسلم لغاري، رکيو جي اهتمام هيٺ ادبي ڪانفرنس جو انعقاد ٿيڻ



لڳو. هن دور ۾ تحقيقي مقالا تخليق ٿيا ۽ ادبي ڪانفرنس جو ٻيو دور جيڪو ١٩٨٦ع کان ١٩٩٧ع تائين جي وقت ۾ محترم عزيز مگسي، عاجز اسلم لغاري، سيد مقبول حسين شاهہ جهانيان ۽ ٻين نوجوانن وڌيڪ لگن ۽ جذبي سان فرائض سر انجام ڏيڻ شروع ڪيا. هن دور جي ادبي نشستن ۾ عاجز اسلم لغاري (اسٽيج سيڪريٽري)، سيد مقبول حسين شاهہ جهانيان (اسٽيج انچارج)، عزيز مگسي (هدايت ڪار) ۽ سيد مقصود علي شاهہ جهانيان (سرپرست اعليٰ) ۽ (منتظم اعليٰ) رهيا آهن. هن دور ۾ جيڪي مهمان اديب شاعر ۽ فنڪار شريڪ ٿيا تن ۾ ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، ميمڻ روشن تبسم، نثار منگي، ادريس جتوئي، ڏهر سنڌي، محمد رمضان عرف شيطان اوٺو، سائل لاکو، پير منظور جان سرهندي، مشتاق باگاڻي، عظيم سنڌي، راشد مورائي، تاج جويو، ادل سومرو، زاهد شيخ، جهانگير قريشي، سيد مهتاب علي شاهہ جهانيان، نصير مرزا، عبدالرحمان پنهور (سول جج)، الهہ بچايو ملاح (ايس ڊي ايم)، مشڪور ڦلڪارو، محمد حسن فدا خاصخيلي، جمال الدين مومن، احمد سولنگي، رکيل مورائي، همراز پنهور، هدايت الله راڄپر (ايس ڊي ايم)، نواز رڪنائي، حافظ محمد بخش خاصخيلي، مسرور چانڊيو، مسرور احمد جتوئي، عبدالله خان ڪورائي (وڪيل)، خان محمد پنهور، جان محمد بروهي، غازي صلاح الدين، طارق عالم ابڙو ۽ ٻيا شامل آهن. جڏهن تہ فنڪارن منجهہ استاد فتح علي خان، وحيد علي خان، عبدالحميد عباسي، ثمر اقبال، فوزيہ سومرو، تاج مستاني، انجم آرا، سرمد سنڌي، منظور

سخيراڻي، سوڀل فقير لغاري، سيد وزير علي شاهه، سهراب فقير، سجاد يوسف، وحيد علي، قادر بخش منو، باقر لغاري، ارباب ڄڄڙو، مهتاب بلوچ، نجب علي وسطڙو ۽ ٻيا ڪيترائي فقراءَ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا رهيا.

هن دور ۾ ادبي ڪانفرنس جي انتظام مختلف پليٽ فارمن سان تعلق رکندڙ جن نوجوانن جو حصو رهيو آهي تن جو ذڪر نه ڪرڻ ناانصافي ٿيندي.

انهن ۾ عزيز مگسي، صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڊڙو، سيد مقبول حسين شاهه جهانيان، سيد روشن علي شاهه جهانيان، پروفيسر سيد ضمير حسين شاهه جهانيان، سيد مسرور حسين شاهه جهانيان، عاجز اسلم لغاري، مرحوم بادل ٻگهيو، شبير سولنگي، رياض شاهد رضوي، شعبان وگڻ، مسافر قاسم لانگاهه، بهادر لانگاهه، الله بخش لانگاهه، پيرل لانگاهه، غلام نبي سومرو، ڊاڪٽر سائين بخش لانگاهه، اسرار لانگاهه، گدا حسين لانگاهه، لعلڏنو ملاح، بدر سينر، عبدالفتاح (عبد) ٻگهيو، غلام حيدر ٻڙدي، رب نواز ٻڙدي، هدايت ٻڙدي، ناظم ٻڙدي سهراب ٻڙدي، مقيم ٻڙدي، استاد محبوب لاڙڪ، اعظم ڪورائي، پناهه ٻڙدي، شڪور ڏاهري، مرتضيٰ ڏاهري، پنهل پريمي، احمد ٻگهيو، يونس سولنگي، نعيم ٻگهيو، چام جکرو لغاري، نياز نوڪر لغاري، الهه رسايو عمراڻي ۽ اسد ڪورائي، پنهنجي وس آهر وت آهر هن قافلي ۾ پنهنجو ڪردار نڀايو.

ادبي ڪانفرنس جو ٽيون دور ۱۹۹۷ع کان ۲۰۰۰ع تائين جو آهي. جنهن دوران ڪجهه تبديليون ٿيون. ميلي سان گڏ واري اسٽيج تبديل ڪري درگاهه جي سامهون نئين اسٽيج ٺاهي وئي. هن دور جي منتظمين ۾ صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڊڙو، ٻگهيو رسول بخش گچيرائي، سيد مقبول حسين شاهه، سيد مسرور حسين شاهه ۽ نوجوان ادب دوست حڪيم محمد يونس سولنگي جون آهن. جن اسٽيج کي خوبصورت بنائڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي ۽ محفل موسيقي جي رونق مائٽن کي موهيندي رهي جيڪي مهمان اديب، شاعر، ادب دوست، فنڪار ۽ ٻيا اهم شخص شريڪ ٿيندا رهيا تن ۾ پروفيسر الطاف اثيم، حافظ محمد بخش حاصخيلي، رئيس خان محمد ڏاهري، صحافي اظهر مولائي، رئيس بهادر خان ڏاهري، سيد ثمر علي جهانيان. ان موقعي تي ايوارڊ پڻ ڏنا ويا جن ۾ جشن جهانيان ايوارڊ ۲۰۰۰ع هڪ سنا ليڪ صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڊڙو، ٻگهيو رسول بخش گچيرائي جن کي ايوارڊ ڏنا ويا ۽ فنڪارن ۾ جلال چانڊيو، استاد فتح علي خان، اقرار وحيد علي، منظور سخيراڻي قابل ذڪر آهن.



هن سال ۲۰۰۱ فقير مدد ڪاسيٽي جو بنياد رکيو ويو آهي جنهن جا سرپرست اعليٰ مخدوم سيد مقصود علي شاهه جهانيان آهن. اميد ته هائي هن اداري طرفان تحقيقي مواد جيڪو تصوف جي تحريڪ ۽ جهانيان خاندان جي علمي ادبي خدمتن موجب هوندو، ڪتابي صورت ۾ محفوظ ڪرائڻ سان گڏ ساليانِي ادبي ڪانفرنس ۽ ٻيا مخصوص ڏهاڙا ملهائڻ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪندو. سال ۲۰۰۱ع ۾ ادبي ڪانفرنس جو انعقاد ۽ اوهان جي هٿن ۾ موجود هي جهانيان نمبر رسالو هن اداري جو شروعاتي قدم آهي.

# سيد عون محمد جهانيان (ولي عهد)/ تحرير: جاويد مصطفيٰ ڪانڊڙو

سائين سيد عون محمد شاهه جهانيان جن ١٢ آگسٽ ١٩٩٨ع تي هن دنيا ۾ جلوه افروز ٿيا ته نه فقط جهانيان خاندان جي ئي نه بلڪي هر عقيدت مند جي دل به خوشيءَ مان جهومي رهي هئي. سائين جن جو نالو سندن والد سيد مقصود علي شاهه جهانيان عون محمد رکيو. جنهن جي معنيٰ آهي محمد جو مددگار. سائين جن ستاره اسد سان تعلق رکن ٿا اگر غور ڪيو وڃي ته مولائي ڪائنات علي ڪرم الله وجهه جو نالو اسد آهي ۽ عون محمد جي معنيٰ آهي محمد جو مددگار. اتي به غور ڪندڙ ڳالهه آهي ته محمد جو حقيقي مددگار علي ولي الله آهي ان مان به جهانيان خاندان جي علمي وجاهت ظاهر ٿي رهي آهي ته پاڻ ڪهڙي نه شاندار طريقي سان ستاري سان ملائيندي نالي جو انتخاب ڪيو آهي.

سائين جن جي ولادت جهانيان خاندان جي هر فرد بلڪي سندن هر عقيدت مند جي لاءِ بهار جي هوا جيان آئي سائين جن جي صورت هڪ پنکڙيءَ مان نڪرندڙ گلاب جي گل جيان آهي. سائين جن جي ولادت جي خوشيءَ ۾ هڪ عقيقي جو پروگرام رکيو ويو جنهن ۾ پوري ملڪ مان عقيدتمندن وڏي تعداد مان شرڪت ڪئي ۽ ان پروگرام ۾ ملڪ جي معزز ماڻهن پڻ وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. جيئن ته سائين مقصود علي شاهه جهانيان کي نرينه اولاد ۾ الله تعالي جي طرفان سڀ کان پهريائين سائين عون محمد عطا ٿيو انهيءَ ڪري سائين جن جي جمڻ جي خوشيءَ ۾ سڄي جهانيان خاندان ۾ پورو سال خوشيون ملهايون ويون. خوشيون به چونه ملاهجن جڏهن ته سائين عون محمد درگاهه حضرت مخدوم حسن شاهه جهانيان جا ولي عهد بنجي آيا.

سائين عون محمد جن جي شبيهه سندن پنهنجي ڏاڏي قبلا سيد علي شير علي سائين جن سان هو بهو ملي ٿي. سائين جن کي پيدا ٿيڻ سان ئي فقيراڻو ماحول مليو آهي. سائين جن جي هن وقت عمر ٣ سال آهي سائين جن جڏهن پنهنجي سريلي ۽ مٺڙي آواز ۾ يا علي مدد ۽ پانهون ٻڌي سلام ۽ نياز پيش ڪندا آهن ته هر عقيدت مند جي دل کي روحاني سڪون ملندو آهي. سائين جن جو ملڻ، اٿڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪنهن ٻئي ٻار ۾ نظر نه ايندو سائين جن ننڍڙي عمر ۾ سمجهدارانه ڳالهيون ڪرڻ ۽ نياز مندي ڪرڻ اهي سڀ ڪجهه رب پاڪ کان جهانيان خاندان تي هڪ خاص عنايت آهي. سندن ولي عهد جمندي ڄام هوندا آهن ۽ جيئن چوندا آهن تئين ئي ٿيندو آهي.



# ڪجهه ڪجهه. تحرير حڪيم رفتا سومرو
## خيرپور ميرس



سنڌ جي صوفي درگاهه جهانيان سائين رسن جو خيال ١٩٩٩ع دوران ايم پهچڻ سان پهرئين ملاقات صوفي شاعر سائين شير علي جهانيان جي ننڍي فرزند صوفي شاعر سائين سڪندر علي جهانيان سان ٿي سڄي رات ادب. شاعري. فن فڪر جتر ڪاري. موسيقي ۽ عارفاني بولي، تصوف فڪري رهاڻ ٿي. جنهن ۾ سائين روشن علي، پڻ حصو ورتو. جيڪي پڙهڻ ۽ پرجهڻ ۾ سلڇنا لڳي. پنهنجائپ واري ويچار ڌارا هيٺ ڪوٽ تي صوفي سماع جي محفل ۾ شرڪت ڪندو رهيس. ضلع نوابشاهه ۾ واقع درگاهه جهانيان جي گادي نشين صوفي شاعر سيد مقصود علي جهانيان سان ملاقات دوران لڳو هي نوجوان فڪر پيار ۽ شعور ۾ تصوف کي جديد سائنسي علوم سيٽلائيٽ. انٽرنيٽ. ويب سائيٽ ۽ ميڊيا ڏانهن معياري وک وڌائڻ جو لاڙو رکي ٿو. انهن ويچارن جي ونڊ ورڇ ۾ دادو، جي مانار پريل تعليمي ماهر سيد سيف علي فقير پڻ حصو ورتو. مختلف درگاهن



جا فقير اڄي پنهنجي پير مغان جي بولي پڙهن ٿا جيڪي فن ۽ فڪر جي ثقافت کي محفوظ رکيو اچن ٿا. گڏو گڏ موسيقي، لاء آواز تيار ٿين ٿا جيڪي ڳوناڻن



علائقن مان هلي ڪري ملڪ جي ريڊيو ٽيلي ويزن. اخبارن ۾ انٽرويو ڪانسوا، پرڏيهي دورن سان ملڪ جي ثقافت کي اجاگر ڪن ٿا. سنڌ جون صوفي درگاهون فڪري. علمي. ادبي. شاعري. آرٽ ۽ موسيقي جي واڌ ويجهه لاء، اداري جي حيثيت رکن ٿيون. امن. اجهي ۽ ايڪتا ۽ ماڻهپي کي وڌائڻ لاء، انسانيت لاء، عالمي نياپو رسائين ٿيون.

آءُ ريڊيو پاڪستان خيرپور تان خبرون پڙهڻ واري ماڻهو کي تاريخي. تحقيقي، ادب. شاعري جهڙي. ثقافتي ورثي کي اسٽيج ڪمپيئر جوڳو بنائڻ ۾ ڪتب آڻڻ واسطي سائين مقصود علي شاهه جهانيان آرٽ ۾ پروڊيوسر ۽ ڊائريڪٽر پڻ لڳو.

اهڙي پيار. سچائي. سهپ ۽ بردباري سان اڪيلو ڪم ڪندڙ هر دم ۾ معياري لڳو. عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ميوزڪ ڪنسرٽ جو معيار ملڪ ۾ ٿيندڙ ڪنهن به وڏي شهر ۾ ڪوناايل اسٽيج شو سان پيٽي سگهجي ٿو جنهن ۾ لاهور کان ڪراچي تائين ڪلاسيڪل ٽيم. ڪلاسيڪل فنڪارن (مرد توڙي عورتون) ۽ عارفاڻي بولي جا ريڊيو. ٽي وي ۽ اسٽيج جا فنڪار حصو وٺن لاء، ڏکهو Que ناهين

-- ـ سائين ڪو ... ليڪڪ
ر معمور يا فنڪار سعاشي
ي ڪردارن ۾ ڪم نه ٿو ٿئي نه
سا معياري تخليق جوڙي نه ٿو
سگهي ان صوفي شاعر نظر علي
نظر طالب فقير مهدي سائين
جڪو لڪ پڳ ست بولين ۾
سرنهن پري شاعري تخليق ڪري
رهيو اهي. سائنس رهاڻ تصوف
کي سمجهڻ ۾ رهبري ڏني جنهن
ڪارڻ جشن جهانيان ١٩٩٩ع جي
ادبي اسٽيج تي پڻ. هن عنوان
هيٺ پڙهيل. علمي تحقيقي مقالو.
پڙهندڙن ڪان. وسري نه سگهيو
هوندو ۽ ڪمپيئرنگ ... خير
عوام جي تعميري موڊ ۽ سمجهه
مان اندازو لڳي ٿو ته سنڌ ۾ فنڪارن
لطيف سان پريل ڪاڻي
خدائيتيون لڪل شخصيتون
موجود اهن جن ۾ سٺيون تربيت
ڏيندڙ. بينسري. العوزو ۽ جائيندڙ.
ڳالهيون ڪندڙ اصطلاحي ٽوٽڪا
ڏيندڙ حاضر جواب ڏجهارتون
ڏيندڙ مختلف شاعرن جي شاعري
ياد رکندڙ. مزاح رکندڙ ۽ معياري
آواز رکندڙن سان گڏوگڏ مختلف
قسم جا معياري هنر ڄاڻيندڙ
فنڪار ۽ ڪاريگر موجود آهن.
علم. ادب ۽ صحافت سان
لاڳاپيل ماڻهن جو فرض آهي ته
انهن ميڙاڪن ۾ عوام اڳيان پيش
ڪري قومي فرض نڀايون ۽
تحليقي فقراءُ ۽ سيلاني فقراءُ جي
ويجهو وڃي ذات ۽ ذاتو ڪي
پرکيون سمجهون ۽ پڙهون. آءُ
مورو جي سينيئر صحافي حڪيم
صوفي غلام مصطفى ڪاندڙو
جي مانواري شخصيت ۽ سندس
شاگرد حڪيم محمد يونس
سولنگي، جي ڪاوشن کي نه
وساريندس.

## مولا شير علي سرڪار جو معجزو



خدا حسين
لانگاهه (حيدري)

هڪ سال ١٩٨٢ع تي معمول مطابق عيدالفضحيٰ تي نماز پڙهڻ لاءِ درگاهه جهانيان جي حاضري نصيب ٿي اڳ ۾ ته زوار ووريل جتو عيد نماز پڙهائيندا هئا پر هن سال اهي لاڏائو ڪري ويا هئا سو سائين جن عيد نماز لاءِ زوار الله بخش لانگاهه کي گهرايائون.

نماز کان فارغ ٿي اسين سرڪار شير علي سائين جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿياسين اتي زوار الهه بخش لانگاهه ، حاجي صالح ڏاهري ڪچهري ۾ مڱن هئا ڪچهري حضرت آدم عليه سلام ، شيطان جي موضوع تي هلي رهي هئي.

اتي سرڪار شير علي سائين جن پڻ ان موضوع تي گفتار فرمائي ڪچهري هلندي هڪڙو ماڻهون خدمت ۾ حاضر ٿيو سائين جن جي قدم بوسي ڪيائون سرڪار جن ان شخص کان پڇيو ته اوهان ڪير آهيو؟

جنهن تي خيرو لغاري، سائين جن کي چيو ته سرڪار جي هتي ٿي نه ٿا سڃاڻو ته اڳتي (محشر واري ڏينهن) ڪيئن سڃاڻيندا؟

اتي سائين جن فرمايو ته اسان اوهان کي سڃاڻا جو اوهان منهنجا مريد آهيو. وري سائين جن خيرو کي چيو ته خيرو چا ٿو چوڻ چاهين خيرو عرض ڪيو ته قبلا مونکي پٽ گهرجن سرڪار جن خيرو کي فرمايو ته پنج علي، جا نعرا هڻ ته پنج پٽ ٿا ڏيون، اسان جيڪي سائين جن جي ڪچهري ۾ ويٺا هئا سين تن خيرو سان گڏجي علي جا نعرا هنيا.

سائين جن خيرو کي فرمايو ته پٽ تو جهڙا هجن ته اتي مون اٿي بيهي عرض ڪيو ته سائين قبلا خيرو جهڙا اندا نه هجن (مزاح ۾).

سائين جن فرمايو ته گل ڏنا آهن گل.

خيرو کي سائين جن جي پاڪ دعا سان پنج فرزند پيدا ٿيا جن مان هڪڙو گذاري ويو باقي چار اڄا حال حيات آهن.

اهو هئو پاڪن جو پاڪ معجزو

## اول نفي پوءِ اثبات

### سيف علي

ماعدم مهائيم هستيها نما
تو وجود مطلق فاني نما (رومي)

مٿئين فارسي شعر ۾ مولانا رومي، فرمايو آهي ته:

اسين عدم (ڪين) آهيون پر هستي، جي ڏيکاري ڏيون ٿا.
(تون) وجود متعلق آهين پر فاني (ڪين) ٿو ڏسڻ ۾ اچين.

مرشد هادي فقير مهدي سائين جهانيان کان مليل سبق مان اسان طالبن کي بن اهو ئي درس ٿو ملي ته:

پاڻ وڃائي پاڻ ٿي آيس
پنهنجو آهيان پاڻ.

اول (نفي) ۽ پوءِ (اثبات)
پوءِ جنهن (نفي) ئي نه مائي آهي اهو (اثبات) جي هام ڇا هڻي؟

ته پوءِ (فقير) جو هي مون جهڙو ادنا طالب (تصوف) جي ڳوڙهي ۽ اعليٰ جي موضوع تي ڇا قلم آرائي ڪري سگهندو؟

پر وري به سائين مخدوم مقصود علي جهانيان سجاده نشين درگاهه حسن شاهه جهانيان (شاهپور جهانيان) جن جي ارشاد ۽ حڪم جي پورائي ڪندي هي به اڪر درگاهه شريف شاهپور جهانيان جي عرس مبارڪ (ميلي) جي موقعي تي ڇپجندڙ (جهانيان نمبر ٢٠٠١ع) لاءِ قلم بند ڪندي فقط ايترو عرض ڪندس ته سائين مخدوم مقصود علي شاهه جهانيان ، جملي طالبن، فقراهه ۽ سندس فقير مدد ڪاميٽي ميمبرن کي جس ۽ مبارڪ هجي جو ميلي جي موقعي تي شاندار طريقي سان محفل توحيد کان علاوه ادبي ڪانفرنس ۽ هن سوئينر جي سوکڙي جو اهتمام ۽ بندو بست ڪيو اٿن.

# مخدوم سيد حسن جهانيان جي زيارت.

## تحرير: نديم اختر آرائين



سنڌ ڌرتيءَ کي درويشن ان ڪري پنهنجو مسڪن بنايو جو هت امن ۽ هتان جا ماڻهو درويشن کي مجڻ وارا ڏٺا ۽ آهن ڌرتيءَ جي حصي حصي ۾ ڪافي تعداد ۾ اولياءَ ڪرام جن جا روضا مبارڪ هت آهن جتي هو ابدي آرامي آهن انهن اولياءَ الله ۾ سڀ کان قديم سادات خاندان جنهن جو سلسلو حسين عليہ السلام کان امام تقي عليہ کان ٿيندو سيد حسن جهانيان تي اچي ٿو. اهڙا ڪامل ولي وقت جا عرت سنڌ جي دل واري شهر مورو کان ڇهه ڪلوميٽر شاهپور جهانيان جي اوڀر طرف هڪ عظيم عاليشان مقبري ۾ ابدي آرامي آهن. هن وقت شاهپور جهانيان تعلقہ دولتپور ضلع نوابشاهه ۾ آهي. مورو کان يا دولتپور کان نيشنل هائي وي سان اچبو موچ تي شاهپور جهانيان اچي ٿو. شهر جي ڀرسان پاسن کان

شاهڪار مزارون آهن هڪ سيد محمود حسين شاهہ جي اولهہ پاسي درگاهہ ۽ ٻئي پاسي ٿوري پنڌ تي مخدوم سيد حسن جهانيان جي درگاهہ اقدس آهي. شهر ۾ لهڻ شرط اوڀر طرف هڪ يادگار باب جهانيان اچي ٿو. جنهن تي لکيل آهي باب جهانيان ان جي پر ۾ پٿر



نصب ٿيل آهي جنهن تي درگاهہ ۽ رهائش گاهہ سجاده نشين لکيل آهي. باب جهانيان جي ٻنهين پاسن ۾ ننڍڙا ڪمرا ٺهيل آهن جيڪي هن وقت لائبريري ۽ ريسٽ هائوس طور استعمال ٿي رهيا آهن باب جهانيان کان ئي درگاهہ طرف روڊ نڪري ٿو. اهو روڊ هلبو تہ هن وقت ميونسپل طرفان پاٿيءَ جي وڏي ٽانڪي ٺاهي وئي آهي ۽ ان جي

پرسان ميلا گرائونڊ آهي جتي هر سال مخدوم حضرت حسن جهانيان جي ميلي جي تقريبات هلنديون آهن. ميلا گرائونڊ پرسان روڊ ٻن حصن ۾ ورهائجي ٿو هڪ حصو درگاهہ طرف تہ ٻيو وري رهائش گاهہ سجاده نشين طرف وڃي ٿو. پهريائين سجاده نشين طرف تا هلون ڏکڻ طرف بعد روڊ مان وري هڪ ننڍڙو روڊ اوڀر طرف ويندو اهو بہ سجاده نشين جي بينڪ تي هلندو مگر توهان پڪو روڊ وٺندئو تہ اهو هلي واٽر ڪورس سان ملندو جتان هلندو اچي وٽن جي جهڳٽن ۾ پهچندو هاڻي هڪ حصو روڊ جو سڌو سيد غلام سرور جهانيان جي بينڪ ڏانهن ويندو جڏهن تہ هڪ سڌو روڊ سائين مقصود علي جهانيان سجاده نشين درگاهہ حسن جهانيان جي بينڪ تي پهچندو. سڀ کان پهريائين سامهون سيد شير علي جهانيان جي بينڪ واري جاءِ ايندي جتي هن وقت سندس زيارت گاهہ آهي ان جي سامهون فقيرن

جون .تنديون آهن ۽ اولهه پاسي خوبصورت پارڪ آهي. پارڪ جي سامهون قبلا سائين سيد مقصود علي شاهه جهانيان جو بنگلو جنهن کي سڀ بينڪ چوندا آهن. اتي پاڻ قبلا سائين موجود هوندا آهن ۽ فقير فقراه اچي مرشد جو ديدار ڪندا.

پارڪ جي سامهون هڪ مسجد به آهي. جتي مؤمن نماز ۽ زيارت ڪندا آهن ۽ انڪان علاوه بينڪ واري جاء تي مخصوص ڏينهن به ملهايا ويندا آهن جن ۾ سرڪار شير علي شاهه جن جو ڏينهن ١٦ جمادي الثاني رات جو ملهايو ويندو آهي ۽ فقيرن کي لنگر عام ڪرايو ويندو آهي. جڏهن ته رات جو سڄي رات محفل سماع هلندي آهي. جنهن ۾ سنڌ جا مشهور فنڪار اچي راڳ ويراڳ ڳائيندا آهن. وري ميلا گرائونڊ پرسان روڊ جي اوپر طرف درگاه طرف ٿورو پنڌ ڪرڻ بعد توهان قديم واهه دادو واهه کي ڪراس ڪندئو ته سامهون درگاهه اچي ويجي ٿي روڊ ٿورو اڳتي وڃي ٿو مگر روڊ تي درگاهه جو گيٽ آهي. ڏکڻ طرف تي هلندئو ته سڀ کان پهريان مسجد اچي ٿي جيڪا جديد فن تعمير جو بي مثال نمونو آهي هي مسجد شريف قبلا سائين سيد علي گل جهانيان تعمير ڪرائي هئي سندس ڪجهه ڪم رهيل به آهي. ان جي پرسان توهان درگاهه طرف ويندئو ته سڀ کان پهريان حضرت سيد علي گل جهانيان مزار اچي ٿي جيڪا پاڻ خود تعمير ڪرائي هئي ۽ بعد ۾ اچي ابدي آرامي ٿيا. سائين جي زيارت ڪرڻ کان پوء سامهون عظيم عاليشان درگاهه آهي. جيڪا قديم روايت وانگر هڪ شاهڪار آهي. درگاهه جا پنج گنبذ آهن. فني تعمير کان هيء درگاهه سنڌ جو قومي ورثو آهي. درگاهه ۾ اندر داخل ٿيندي وڏي گنبذ هيٺان تي مزارون جن مان پهرئين مزار سيد شير علي جهانيان، ٻي مزار سيد حسن جهانيان ٽين مزار سيد هادي بخش جهانيان جي آهي. ان کان پوء درگاهه جي اتر طرف ٻئي گنبذ ۾ پهرئين مزار سيد امام بخش جهانيان سيد ڏني بخش جهانيان ۽ سيد علي نواز جهانيان جون مزارون آهن مزارن جي اولهه طرف سيد گنج بخش جهانيان جي مزار آهي. ٽئين گنبذ ۾ سيد ڪامل شاهه جهانيان جي مزار اچي ٿي. ان سان گڏ به ننديون مزارون اچن ٿيون جن جا نالا نه ملي سگهيا آهن. ڏکڻ طرف چوٿين گنبذ ۾ سيد موج درياهه شاهه جهانيان جي مزار آهي ۽ ان جي پير ۾ به مزارون آهن جن مان هڪ مزار سيد قمر الدين جهانيان جي آهي. جتان اوپر طرف پنجين گنبذ ۾ فقير سائين سيد غلام مهدي سرڪار جي مزار مبارڪ آهي. اهڙيء طرح وڏن بزرگن جون مزارون درگاهه اندر آهن جتي اهي ابدي آرامي آهن اولهه پاسي هڪ مزار سيد حامد علي بن سيد محمود شاهه جهانيان جي آهي ۽ شايد ٻيا فقراه مدفون آهن. درگاهه جي ٻنهين پاسن کان خالي ميدان ڇڏيل آهن ان ميدان تي هڪ قديم کبڙ آهي جنهن جي ڇانو هيٺ گرميء جي موسم ۾ زيارتي اچي ويهي اتان سبيل جو پاڻي پي دلي سڪون ماڻيندا آهن. وڻ جي سامهون هڪ ننڍي اسٽيج به ٺهيل آهي جتي هر سال ١٨ ربيع الثاني تي سيد علي گل جهانيان جوعرس مبارڪ ملهايو ويندو آهي جنهن ۾ سجاده نشين سيد مقصود

علي جهانيان شهري وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪندا آهن. ان موقعي تي محفل سماع به ٿيندي آهي جنهن ۾ درگاهه جا فنڪار اچي فقيراڻي بوليءَ ۾ راڳ ڳائيندا آهن. درگاهه جي اندر ۾ سيدعلي گل جهانيان جي رهائش آهي جيڪا هن وقت سجاده نشين جي بيٺڪ آهي جتي قبلا سائين مقصود علي جن آچر سومر جمع جي شام جو اچي ويهندا آهن ۽ مريدن خادمن کي زيارت جو شرف بخشيندا آهن بيٺڪ واري جاءِ تي هاڻ سائين جن جا ننڍا ڀاءُ سيد آفتاب علي جهانيان جن رهائش پذير آهن جيڪي سائين پٽڪيلن کي ذڪر فڪر ڏيندا رهن ٿا. سيد آفتاب علي جهانيان به هڪ با اخلاق سني صورت جا مالڪ آهن سندن جي ملڻ ۾ خلوص پيار ۽ محبت سمايل آهي. بيٺڪ جي جاءِ کان ٿورو ٻاهر هڪ باغ آهي جيڪو سائين علي گل جهانيان ٺهرايو هو جنهن ۾ طرح طرح جا وڻ ۽ ٻوٽا پوکرايا جيڪي باغ جي سونهن آهن انهن وڻن جي وچ ۾ جاءِ پرسان هڪ خالي وسيع ميدان ڇڏيل آهي ان ميدان ۾ هڪ اسٽيج به ٺهيل آهي جتي هر سال عرس مبارڪ جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۽ محفل ٿيندي آهي. هن پروگرام جي صدارت خود قبلا سائين مقصود علي شاهه جهانيان ڪندا آهن ادبي ڪانفرنس ۾ ادبي مقالا، شعر و شاعري پڙهي ويندي آهي جنهن ۾ سنڌ جا ٻرڪ اديب اچي جهانيان خاندان جي زندگيءَ تي ڳالهائيندا آهن جڏهن ته هر سال ادبي نشست تي ايوارڊ به ڏنا ويندا آهن. ان کانپوءِ اسٽيج جي دنيا جا مشهور فنڪار اچي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. شروعاتي ادبي ڪانفرنس کان وٺي اڄ تائين مشهور فنڪارن حصو ورتو تن ۾ استاد منظور علي خان صاحب، عابده پروين، استاد فتح علي خان، استاد شرافت علي خان، استاد ذاڪر علي خان، وزير علي خان، وحيد علي خان جيڪي درگاهه جا مريد آهن ان کان علاوه مرحوم محمد يوسف ، سجاد يوسف، تبسم وارثي، پروين نظر، ثمينه ڪنول، فوزيه سومرو، سلطانه سورٺ، ڪوثر ماروي، تاج مستاني، سرمد سنڌي، ثمر اقبال، منظور علي سخيراڻي، جلال چانڊيو، اقرار وحيد علي ۽ ٻين ڪيترن ئي ماضيءَ ۽ موجوده وقت جي فنڪارن هن اسٽيج تي فن جو مظاهرو ڪيو آهي. جڏهن ته جهانيان خاندان جي هر فرد شاعري ڪئي آهي. موجوده دور ۾ فقير سائين مهدي سرڪار جي شاعري هر فنڪار ڳائي رهيو آهي جهانيان درگاهه تي روحانيت جو مثال بي مثال آهي خاص طور تي سيد مقصود علي جهانيان پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سندن دروازي تان ڪو سوالي خالي نه ويو آهي پاڻ هڪ روحاني شخصيت جا مالڪ آهن. سندن سان هڪ دفعو ملڻ تي دل بار بار ملڻ جو چوندي. سندن وٽ مذهب پرستيءَ جي ڳالهه نه هوندي اتي سڀ هڪ جهڙا هوندا آهن. بقول سائين شير علي شاهه جي ته شيعه سني اوهين پاڻ ۾ چاڙهيو آ، صوفي صاف سڏايان ٿو، انا احمد باالله ميمي احمد مان عبد سڏايان ٿو. شير علي جي اثباتي نينهن نشابر لايان ٿو صوفي صاف سڏايان ٿو.

وري چيو اٿن ته

نينهن سيڪاريو نياز آ،

نوڙت ۾ آ نقاب اسان جو.

نقشو

# درگاهہ حضرت مخدوم سيد حسن جهانيان

شاهپور جهانيان

رستو

باغ

باغ

رستو

ادبي ڪانفرنس ايريا

رستو

مسافر خانو

پلاٽ

اوتارو

لائبري

پلاٽ

پلاٽ

جهانيان هائوس

کوهہ

مرڪزي گيٽ

مسجد

رستو

صحن

ذمان جو ايوان

رستو فيض محل ڏانهن

فقراء جي رهائش

درگاهہ جهانيان

حويلي پاڻد

آستانہ موج درياءُ

درگاهہ جهانيان ڏانهن وينداڙ رستو

داد واهہ

داد واهہ

واٽر ڪورس

واٽر ڪورس

رهائشگاهہ حضرت مخدوم سيد مقصود علي جهانيان سجاده نشين درگاهہ مخدوم حسن جهانيان

فقراء جي رهائش

آستانہ سيد علي نواز شاهہ جهانيان

گيٽ

تڪيہ گاهہ

سائين شير علي جهانيان

بنگلو

پارڪ

گيٽ

مسجد

امام بارگاهہ

رستو

واٽر ڪورس

ميلہ گرائونڊ

درگاهہ جهانيان ڏانهن وينداڙ رستو

واٽر ڪورس

واٽر ڪورس

واٽر ٽانڪي

جهانيان نگر

ڪمرشل ايريا

دوڪان

جهانيان شاپنگ سينٽر

نيشنل هائي وي

دوڪان

باب جهانيان

نيشنل هائي وي

شاهپور جهانيان ٽائون



تيار ڪندڙ

سيد زنوار حسين شاهہ ڪاظمي

# جهانيان خاندان جي ساداتن جو انگ اکر جنرل رجسٽر اسڪول شاهپورجهانيان مان ورتل.

| اسم مبارڪ جنرل رجسٽر موجب | ڄمڻ جي تاريخ |
|---|---|
| سيد نجيب علي شاھ ولد سيد امام بخش شاھ جهانيان | 1-6-1881 |
| سيد غلام مهدي شاھ ولد سيد امام بخش شاھ | 1-6-1882 |
| سيد ڏني بخش شاھ ولد سيد امام بخش شاھ | 12-10-1878 |
| سيد حيدر شاھ ولد سيد پير علي شاھ | 9-9-1884 |
| سيد گنج بخش شاھ ولد سيد ڏني بخش شاھ | 9-6-1901 |
| سيد علي نواز شاھ ولد سيد ڏني بخش شاھ | 9-6-1903 |
| سيد گل شاھ ولد سيد پير علي شاھ | 7-6-1916 |
| سيد موج علي شاھ عرف (موج علي شاھ) ولد سيد غلام مهدي شاھ | 1-7-1916 |
| سيد علي رضا شاھ ولد سيد هادي بخش شاھ | 4-2-1921 |
| سيد مولا بخش عرف (علي گل) ولد سيد هادي بخش شاھ | 10-1-1920 |
| سيد علي شاھ عرف (شير علي شاھ) ولد سيد هادي بخش شاھ | 3-7-1924 |
| سيد ڪامل شاھ ولد سيد هادي بخش شاھ | 6-5-1938 |
| سيد غلام سرور شاھ ولد سيد علي نواز شاھ | 1-5-1937 |
| سيد مقبول شاھ ولد سيد علي نواز شاھ | 5-10-1966 |
| سيد روشن علي شاھ ولد سيد علي نواز شاھ | 21-1-1967 |
| سيد مقصود علي شاھ ولد سيد علي شاھ | 1-6-1969 |
| سيد غلام مهدي شاھ ولد سيد موج دريا شاھ | 14-11-1972 |
| سيد عبادت علي شاھ ولد سيد موج دريا شاھ | 1-1-1975 |
| سيد علي نواز شاھ ولد سيد غلام سرور شاھ | 1-1-1972 |
| سيد نزاڪت علي شاھ ولد سيد غلام سرور شاھ | 19-9-1973 |

## سال جا وڏا ڏڻ

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ميلو | عرس مبارڪ | قبلا سيد حسن شاھ جهانيان (باندي موڪ) | 17رجب | شاهپورجهانيان |
| ميلو | عرس مبارڪ | سرڪار فقير مهدي سائين جهانيان | 13ذوالقعد | سوڀو ديرو |
| ميلو | عرس مبارڪ | سيد ڪامل شاھ ميرل سائين جهانيان | 17ربيع اول | ونگي چوڏگي ڀڳيه هالا |
| ميلو | عرس مبارڪ | سيد فقير علي گل شاھ جهانيان | 17ربيع الثاني | شاهپورجهانيان |
| ميلو | عرس مبارڪ | سيد علي المعروف شير علي جهانيان | 16 جمادالثاني | شاهپورجهانيان |
| ميلو | عرس مبارڪ | سيد رسول بخش جهانيان درگاھ مانڌر | 5رمضان المبارڪ | راڻي پور |
| ميلو | عرس مبارڪ | سيد علي رضا جهانيان (معراج علي) درگاھ مانڌر | 23 رجب | راڻيپور |

## ڪافي

ٿلهه: مرڻ جيئڻ وس منهنجو، قضا ڪي ڪهڙي قدرت.
وسري وئي وحدت.

١. مو تو ڏٺم موت کي، انت مو تو آيت،
وسري وئي وحدت.
٢. سر ڏنو سين سڪ مان، سامهون ڪري صورت.
وسري وئي وحدت.
٣. پرجهي ڏٺم پاڻ ۾، آڏو ناعبرت،
وسري وئي وحدت.
۴. ظاهر ڪڙيم ذات ۾، مهديءَ جي صورت،
وسري وئي وحدت.

فقير سائين مهدي سرڪار

---

## ڪافي

ٿلهه: صورت سر کي سو سو سجدو، ڪهڙو اسانجو ڪعبي ڪم.
١. صورت سڄاتم صاف سهڻي مم، ملي آ مورت مهڻي،
درشن آهي دائم دم.
٢. تن طواف ڪن ٿا طالب، وحدت ورد وجودي واجب،
اورين اندر ۾ الف اسم.
٣. ڪعبو قدسي آهي اندر ۾، صحيح سڄاتم ثابت سر ۾،
عشق الاهي آهي ازم.
۴. عشق امام مهدي ٿي آيو، جنهن هو جو هرڪو هل هلايو،
غازين کي وري ڪهڙو غم.

فقير سائين مهدي سرڪار

---

## ڪافي

ٿلهه: عشق جي اسرار جي، آهي خبر ڪل ڪنهن ڪنهين،
خيال جي خمار جي، آهي خبر ڪل ڪنهن ڪنهين،

١. من خدايم موج سان، منصور اناالحق چيو،
حق حقي حقدار جي، آهي خبر ڪل ڪنهن ڪنهين.
٢. بي خوديءَ جي بحر ۾، قهر قلزم ڪل ختم،
دائما ديدار جي، آهي خبر ڪل ڪنهن ڪنهين.
٣. بيچون جي بازي بنائي، بره جي بازار ۾،
انحدي اقرار جي، آهي خبر ڪل ڪنهن ڪنهين.
۴. شير علي جي شوق ۾، محڪم مدامي معتبر،
همہ من هموار جي، آهي خبر ڪل ڪنهن ڪنهين.
سائين شير علي سرڪار

---

## ڪافي

ٿلهه: آهيان پاڻ الله،
عشق منجهان ٿو عبد سڏايان.

١. رنگ بي رنگ جو مالڪ آهيان،
قائم قل هو الله
٢. انا احمد بلا ميمي،
راز رسول الله
٣. پاڻ پروڙي پاڻ سڃاتم،
قول ڪلام الله
۴. اول آخر باطن ظاهر،
وحدت وجہ الله
۵. (شير علي) جي ڪري اثباتي
جوش جلال الله

حضرت شير علي جهانيان

# ڪافي

تلهه: سرتين وچ ۾ ويني ويني، منهنجيءَ سار ستايو هوندئي،
منهنجيءَ سار ستايو هوندئي، پاڻ کي تنها پانيو هوندئي.

١. اوسيئڙي ۾ تانگهه ملڻ جيءَ، تڏڙو ساهه پرايو هوندئي.
٢. ڪڏ ڪڏاريل گهڙيون ساري، پاڻي اکين ۾ آيو هوندي.
٣. ڪڏجي گيت جو ڳايو هو سين، گيت ڪڏهن سو ڳايو هوندي.
٤. (عاشق) نانءُ ڪڇڻ سان، ڪڏهن پنهنجي منهن مسڪايو هوندي

شاعر ــ ڊاڪٽر سيد عاشق علي (عاشق) جهانيان

# ڪافي

تلهه: هڪڙو سور نئون، هيو پرائي ويناسين،
سڪون دل جو، هٿن سان ڦرائي ويناسين.

١. پرين اوهانجي، مزاڦن کي سابهان سمجهي،
اداس جهوپو، اندر جو عجهرائي ويناسين،
٢. اوهانجي حسن کي، جيون جو سوجهرو سمجهي،
قضا کي وقت کان اڳهئين گهرائي ويناسين.
٣. نگاهه، ناز، تبسم ۽ ڪجهه وفا خاطر،
(عاشق) غريب کي بسمل بنائي ويناسين.

# ڪافي

تلهه: پنهنجو پاڻ ۾ پاڻ سڃاڻ،
طرف نه ڪنهن بئي تاڻ.

١. الانسان سري وانا سرهو، ڄاڻ اهو ــ ي ڄاڻ.
٢. وفي انفسڪم واري فرموندي، اهو اٿئي اهڃاڻ.
٣. موخي واري مام سان محڪم، موج مدامي ماڻ.
٤. صوفي رمز رنديءَ ۾ راهڪ، ڪين نه ڪنهنجي ڪاڻ.
٥. راضي راض علي رضا تي، سيد سدائين ساڻ.

(سرڪار معراج علي سائين)

# ڪافي

تلهه: اجايو ويهي وقت نه وڃاءِ، دم سان سرت لڳاءِ.

١. ڪسرت وارا ڪوٽ پڇي قلبي قرب ڪماءِ.
٢. اکر الف جو اور اندر ۾ روحي رمز رلاءِ.
٣. دم دمي ڏس دم ۾ دلبر ديد دروني پاءِ.
٤. مسيحا مرشد مهدي منور من ملاءِ.

(سرڪار معراج علي سائين)

## ڪافي

ٿلهه: خيال تہ ڪنهن ڪاهوڙي ـ اندر آهوڙين ٿا.

١. رندي راز واري سان ـ روح ڪي پيا روڙين ٿا.

٢. درد واري درياهہ ۾ ـ ٻيائيءَ ڪي ٻوڙين ٿا.

٣. جيءَ ۾ جانب يار لاءِ ـ جايون پيا جوڙين ٿا.

۴. مام انهيءَ مقبول تي ـ وحدت ۾ ووڙين ٿا.

(مقبول جهانيان)

## ڪافي

ٿلهه: ڳليءَ ڳليءَ پيا ڳايون ٻڌايون.

ڳڻ تنهجون ڳالهڙيون.

١. ستن سرن ۾ صفت آ تنهنجي،

سرگم ساز وڄايون.

٢. طبل تالون سوز جاسرندا،

ڇيريون ٿا ڇمڪايون.

٣. من اندر مقبول مدامي،

جانب تنهنجون جايون.

(مقبول جهانيان)

## ڪافي

ٿلهه: عشق جي عريان ڪيا،تن ڪي علامت ڇا ڪندي.

برهہ جي بيخود ڪيا، تن ڪي بغاوت ڇا ڪندي.

١. رقص جي رسمات ۾، ظاهر باطن بات ڪن

مام سان جي منير ٿيا، تن ڪي ملامت ڇا ڪندي.

٢.الستي انجام تي، ڪامل اڄن ڪي ڪامياب،
نات سي نيهي ٿيا تن ڪي، نزاڪت ڇا ڪندي.
٣.نواز،ناتي نينهن جي،نچ نچ نظاري تي ناياب،
جي قول قالوءِ ۾ رهيا، تن ڪي ڪرامت ڇا ڪندي
(سيد علينواز (نواز) جهانيان)

## ڪافي

ٿلهه: سير صنم جو دائم سراسر نور نظر نيشان

١. پسيم پرجهيم پاڻ ۾ پيهي

دورڪيم سڀ دئي واري ديهي، ثابت ٿيو سبحان

٢. دائم درشن دم آ دلبر،

راز رموزي رلائي رهبر،پرت واري پيمان.

٣. نواز، ناتي نينهن نيائي،

قربئون ڪاهي قدم ڪذائي، امرواري ايوان

(علينواز (نواز) جهانيان)

## ڪافي

ٿلهه :رهج حال ۾ هيڪر، وساري ٿو ڇڏي سڀ غم.
منجهان صورت انسان، الله ٿئي ٿو تڏهن پيدا.

١. جگر جاڪير دل دريا من محبوب منخانه.
علمبردار سبب عمر صلح ٿئي ٿو تڏهن پيدا.
٢. ڪلالي ذات لامتر، پڙهي پيري مغان جنتر،
دنيا جا رنگ دربرهم نه ڪر فڪر ٿئي ٿو تڏهن پيدا.
٣. سراسر ذات نوراني، انا انوار حيراني،
حقيقتي حال ۾ هر هر وجد ٿئي ٿو تڏهن پيدا.
٤. اهي مختيار صورت جو، مدامي محفل مهويت جو،
لڳل رنگ جنت ارم، وسيع ٿئي ٿو تڏهن پيدا

مهتاب علي جهانيان

## ڪافي

ٿلهه : ڪني ساغر ساقي آيو، ورهه وارن جي ويڙهي ۾،
ڪن ورائي وٺيون ورتيون، وڏا ڪي جام جهيڙي ۾.

١. حسن حسنات جو هادي، مغان مشهور ٿي مهدي،
ايو اظهار ٿيءِ احدي، ملاقاتن جي ميڙي ۾.
٢. پيتا پر پاڪ جن پيالا، نشابر ٿيا سيءِ نالا،
اهي اول آخر اعليٰ، آيا جي عشق ويڙهي ۾.
٣. ادم جو پوش آ اهنجو، سجاڻڻ نا صفا سهنجو،
ڏنو جن پاڻ ۾ پنهنجو، نظر تن نام نيڙي ۾.

نظر علي لاڪو فقير ڳوٺ وڏا لاڪا تعلقو گمبٽ

## ڪافي

ٿلهه :پير يمغان پڳدار ڪي رسول الله نه ڇوان ڇو.
اعليٰ احد اظهار ڪي علي الله نه ڇوان ڇو.

١. جام پياري جلد مئون سرڪ ساقي سڪ منجهان.
موڪي مڙن مهدار ڪي ولي الله نه ڇوان ڇو.
٢. لوُ لاڪ لما لقب جو خاص آيو هيءَ خطائي.
نوري نظر نروار ڪي قل هو الله نه ڇوان ڇو.
٣. الانساني، جي عجائب سير سر ثابت صحيح،
موليٰ مرن مختيار ڪي بناب الله نه ڇوان ڇو.
٤. مڪ روشن مهتاب آ، مهدي مسيحا موج سان.
صادق صحيو سردار ڪي، سر الله نه ڇوان ڇو.

صادق فقير بلال ڪپر
ڳوٺ وڏا لاڪا تعلقو گمبٽ

## ڪافي

ٿلهه : بي غرض بازدارن دل ڪئي شڪار آهي،
سٽ سهم سان هڪدم ڇڏيو ساهه تن سڪائي.

١. جهٽ جهام ڏئي جهلڻ سان، ڪلڙي ٿي ڪلجي ڪر ڪر.
چيري ڇتي چنبن سان، ڪنپ ڪنپ ڇڏيائون اڏائي.
٢. هجت جي هام ٽوڙي، نازن سان دل نهوڙي،
ونحن اندر وڪوڙي ڪابو ڪري ڪنبائي.
٣. تڙ ڦڻ سان ڪين ڇٽندي، پر ٿي لڇي لڳيءِ ڪان،
گهورن جي گهاءِ ڪيڙس، تنجي عجب ايزائي.
٤. چيخون ڪري ءِ روئي، سڪ سوز جي سقر ڪان،
اٿڪڻ سا آهه راض آ، بحر فراق پائي.
نياز علي فقير (اڻ ڪٽ) ميراسي
ڳوٺ ڳهڻو فقير هيسباڻي تعلقو صوبو ديرو

## ڪافي

ٹلهہ: بحر بره دا جوڳي ٻڻکي
- نوبت ناد وڄايا، بار ملامت چايا.

١. چوڙ ڏتو سي تخت هزارا -
لڳڙا نينهن نڀايا، لڳڙي کون نہ لڄايا.

٢. سامي دا سينگار ڪتوسي
- ڪن وچ ڪنڊل پايا، اسان ڳليان سين
لڳايا.

٣. يار سڄڻ دي لوڙ ڪيتي -
اسان سارا چين گنوايا، بس نينهن نشابر
لايا.

۴. (درويش علي) ديدار دي
خاطر - ٿي ڳيا صفر سڄايا،
هي رهبر راهہ ڏکايا.

لاڙڪ درويش علي (درويش)

•

## وائي

سونهن آ تنهنجو شان
ٻي ڪا دعويٰ نان ڪري
ڪُل مان ذرڙو لهري لاء
تي آيو مهمان
ٻي ڪا دعويٰ نان ڪري
ڀاڻ سُڄاڻ سوڪو سودو
باقي سڀ زيان
ٻي ڪا دعويٰ نان ڪري.
رستي لائين، توڙ نڀائين
عاشق تي احسان
ٻي ڪا دعويٰ نان ڪري.

ڊاڪٽر سيد عاشق علي جهانيان

•

## داستان: مومل راڻو

سوڍا سگهو وئين هليو - راڻا
ڪري رچ،
ڪاڪ سڄي ڪومائجي -
سڙي ٿي وني سچ،
منهنجو هيءُ مقبول چئي - مت
توري ٻيچ،
ماري ڪيو مچ - مون ڪي آ تو
مينڌرا.

سيد مقبول حسين جهانيان

•

## داستان: سسئي پنهون

ڏيرن آهي ڏيکايو - هجي جتن
جس،
مون ڪي نند نهوڙيو - وڃي
ورتن گس،
منهن مٿا مقبول هٿا - پر
قلبين هئن ڪس.
اگي نہ پيم ڏس - تہ قهر هئين
ڪيچي ڪندا.

سيد مقبول حسين جهانيان

•

## ڏوهيڙا

1- نکو بحر باطن هو- نکو
هو تہ ملاح
نکو هو خالق خلق ۾ - نکو
هو پاڻ الله
شير علي اِثبات ٿيو - اصلي
احمدَ الله
قائم قل هوالله - قادر قدرت
جو ڏٺي

2- هاريءِ جي هٿان - پيتم
جُنگي جاءِ
وَحدة وائي وات ۾ - اِسم
صبح و شام
آيو اڳڻ منهن جي - مهدي ٿي
تہ اِمام
شُير علي انعام -- پياريو پاڻ
پياسن کي

3- پنهون هُيس پاڻ - سسئي
سور ٿيا
سورن سک وڃائيا - پلِتي
پور پيا
شير علي جي شوق ۾ - ڪلي
قلبَ ويا
سُونهان سُورَ ٿيا - جن پنهل
ملايو پَبَ ۾

4- وحدة واري ويڙهہ ۾ -
ويهي ڪيم ويچار
ونحن اقرب ويجهڙو - وِٺي
ناهي وار
هي هو هڪ ٿيو - ڪامل
ڪلنگيدا
شير علي اظهارُ - عَدمَ کان
اثبات ٿيو

•

5- هادي جي هٿان - پيتم
جُنگي جام
وحدت وائي وات ۾ - اٿم سح
شام

آيو اگڻ منهنجي، مهدي ٿي ته
امام
شير علي انعام - پياريو پاڻ
پياسن کي
سرڪار شير علي جهانيه رحه
6- محو ٿي مرشد ۾ - ذاتي
ذڪر ڪماوين هُو
پيءِ پيالا وحدت والا - بار بره
دا سر تي چاون هُو
فـذ ڪروني آز ڪُر ڪُم - وچ
سيني سير سماوين هُو
مار نغارا انا الحق دا - پڇي هر
جا حڪم هلاون هُو
هُوتو قبلل انت هُوتو - هر جي
رام ريجها وين هو
شير علي دا ويک نظارا -
نيهي نيهن نياوين هُو.

## جهانيان جا ماهوار ڏڻ

1- هر ماه پهريون آچر رات-
درگاهه جهانيان- شاهپور جهانيان
سر پرستي هيٺ: مخدوم سيد
مقصود علي جهانيان
2- هر ماه پهريون سومر رات-
درگاهه جهانيان- شاهپو جهانيان- سر
پرستي هيٺ: سيد سڪندر علي
جهانيان-
3- هر ماه اربع رات- جهانيان
جو پڪو- صوبو ديرو
سر پرستي هيٺ: سيد مقبول
حسين جهانيان
4- هر ماه جمع رات- دربار
فقير پاڪ- صوبو ديرو
سر پرستي هيٺ: سيد ثمر
علي جهانيان-
5- هر ماه سومر جي رات-
درگاهه سيد رسول بخش جهانيان لڳ
مانڌر صوبو ديرو
6- هر ماه 23 رات- درگاهه
سيد معراج علي جهانيان- مانڌر
صوبو ديرو
7- هر ماه 14 رات- درگاهه
سيد غلام مهدي شاهه (دوئم)
شاهپور جهانيان
سرپرستي هيٺ: سيد حسن
شاهه جهانيان

•

ملاڪڙا ڪاميٽي

1- رئيس ارباب علي وگڻ
2- رسول بخش لغاري

## سڏ سماءِ ڪاميٽي

1- سيد شفقت علي شاهه
2- نثار علي گجر
3- نديم اخترم آرائين
4- فقير عبد علي لاڙڪ

## ميلا اعليٰ انتظاميه ڪاميٽي

سيد آفتاب علي جهانيه
سيد ضمير حسين جهانيه
سيد روشن علي جهانيه

## محفل سماع ڪاميٽي .

## "اسٽيج ڪاميٽي"

2- سيد مقبول حسين جهانيان
3- سيد مسرور جسين جهانيان
4- حڪيم محمد يونس سولنگي
5- عاجز اسلم لغاري
6- نياز نوڪر لغاري
7- مسافر قاسم لانگاهه

•

## واڌايون



ياهلي مدد

جشن جهانيان جي پرمسرت موقعي تي مخدوم سيد مقصود علي جهانيان ۽ فقير مدد ڪاميٽي ميمبرن کي جشن جهانيان نمبر 2001ع شايع ڪرڻ تي دلي مبارڪ باد پيش ڪريان ٿو.

. ياران
حاجي غلام اصغر سرهيو
اصغر ڪلاٿ هائوس
ريشم گلي مورو

# فقير جي منزل فقير ئي ڄاڻي



وفا رياض ڪيريو

سنڌ جي صوفي درويشن ۾ مهدي سائين تمام وڏو نالو، فقير سائين جي منڙي نالي سان مشهور، عاشقن جي دل جي ڌڙڪن، انساني عظمت جو اهڃاڻ، خوديءَ کي خاڪ ڪري، نفس کي تابع ڪري، خودمختيار ٿيڻ وارو، اهڙو عظيم جنهن بابت قلم کڻڻ، اسان جهڙي جي وس جي ڳالهه ئي ڪونهي، پر پوءِ به اسان لاءِ وڏو اعزاز جو فقير جي پاڪ نالي جي ورد جو اثر اسان جي دل تي ضرور پيو آهي، جو عقيدت منجهان قلم جي نوڪ ۽ آڱرين جي جنبش سان فقير سرڪار جي قدمن تي گل رکڻ جي سعادت جي برابر چند لفظ لکي يوسف جي خريدارن جيان مهديءَ جي مشتاقن ۾ نالو ڳڻائڻ جو اعزاز چاهيون ٿا ۽ محبت پائي من ۾ رنڊا روڙيون ٿا. من اڻ توريو اڳهي پوي.

مهدي سائين جن فرمائين ٿا ته:

”پيالو پيتل هجي، گهوڙو ڪوتل هجي، حُسن هوتل هجي، اتي ڪيچل نه ڪجي.“ اهڙي مرحلي تي، خواهشن کي ختم ڪري نفس کي پنهنجي تابع بڻائڻ فقير جو ئي ڪم آهي. ۽ تڏهن ته رب جي رضا ۽ فقير جي منشا ۾ فرق نه رهندو آهي:

”مرڻ جيئڻ وَس آ منهنجي قضا ڪي ڪهڙي قدرت الا،
سير ڏنوسين سڪ مان سامهون ڪري صورت الا.“

جڏهن مرڻ جيئڻ پنهنجي وس ٿي وڃي ته پوءِ خدا ۽ بندي ۾ وڇي نه ٿي رهي ۽ اها وڇي رب جي رضا خريدڻ سان ختم ٿي وڃي آهي. ۽ اها رضا تڏهن ملندي جڏهن محبت حد اورانگهي لاحد ٿي وڃي، جنهن کي عشق چئجي ٿو ۽ ان عشق کي هٿ لائڻ لاءِ فقير جو شرط آهي ته:

”سانگو سر جو لاهه، پلي پوءِ عشق کي هٿڙو لاءِ.“

۽ ان عشق ۾ ڪربل وارو قرب ڪمائڻو پوي ٿو ۽ فقير جي ٻولي ۾ عشق جي آجيان ٿئي ٿي ته:

”توکي ڳوليم راتو ڏينهان عشق پلي ڪري آئين تون.“

۽ جڏهن عشق ايندو آهي ته پوءِ هاڙهو ۽ پٻ، لڪ ۽ لانگهـا پهڻ ۽ پٿريون، پرين پسڻ لاءِ سسئي وارا سور ڪا اهميت نٿا رکن ۽ حقيقي محبوب جي رضا ۽ ديدار لاءِ ڪربلا ٿي وڃي ته به جي بسم الله. ۽ عشق ۽ حُسن جي هي راند ۽ رمز آهي. بقول پٽ ڌڻي:

”سختي شهادت جي نسورو ئي ناز،
رِند پروڙين راز قضيعو ڪربلا جو.“

هي رندن ۽ اوشاقن جي منزل آهي، هي عشق جي راند آهي، جنهن کي فقير ئي سمجهي سگهن ٿا.

فقير مهدي سائين جن جو مقام تصوف جي دنيا ۾ تمام مٿانهون آهي. جنهن جي جهلڪ سندن ڪلام ۾ موجود آهي. حق موجود ۽ تون ئي تون، مهدي سائين جو رستو آهي، جنهن تي پنڌ ڪري منزل ماڻڻ ڪو معمولي ڪم ڪونهي.

"تنهنجي نام، بنان نه ٻيو نام وٺين،
تو ۾ محبت جا آهن مناڻ مٺين."

فقير سائين جن جي مٿئين ٻولن ۾ محبت جي ذائقي ڪي جيئن فقير پسيو. ۽ محبوب جي ناءُ سان محبت جي حد نه رکي ته خود محبوب سان محبت جو مقام ڇا هوندو....!؟

۽ محبوب سان ملڻ ڪانپوءِ ئي محبت جا پيچ پختا ٿيندا آهن. اڻ ڏٺي محبوب سان محبت ئي ڪهڙي....؟ ساهه ته تڏهن ئي سوگهو ٿيندو آهي، جڏهن الفت جو جام پيتبو آهي:

"سوگهو ساهه ٿيو منهنجو تو سان صنم،
مون ڪان نٿو وسري تنهنجو اسم جسم
صنم ساهه سدا توکي ساري ٿو.
هڪ پل به نه يار وساري ٿو.
ويا وسري ٻيا ڪل ئي وهم....
اها موج مدامي ماڻج تون،
وري طرف نه پئي تاڻج تون،
رهه موج مهديءَ واري محڪم...."

مهدي سائين جن جي هن ڪافيءَ ۾ سڄڻ جي سڪ ۽ سوز جي انتها ۽ سڄڻ بنان باقي لوڪ ڪان لاڳاپا لاهي هڪ ئي محبوب جي عشق ۾ فنا ٿي بقا حاصل ڪجي ٿي.

عشق جو ٻيو ناءُ قرباني آهي، ڪچي گهڙي سان ڪن ۾ ڪاهي پوڻ، جبل جهاڳي، پير پٿون ڪري، اڻ ڏٺا سفر ڪرڻ، گهاٽي ۾ پيڙجي وڃڻ، جسم جي ڪل لاهي ڏيڻ، سوري جو سينگار ٿيڻ، منصور جيان ان الحق چئي سر ڏيڻ، ڪاتي هيٺان ڪڏي ڪسڻ، عشق جو ئي ڪمال آهي. عشق جي منزل ڏانهن ويندڙ پيچري جو پنڌ، پُرخطر اٿانگي سفر وارو آهي. جنهن راز کي جيڪو پروڙي ٿو، سو ئي پرين پسي ٿو.

مهديءَ جي ماڳ وارو، الفت جو اوتارو ۽ محبت جو مٺ خانو، عشق جي درسگاهه آهي، جنهن جو طالب علم ٿيڻ لاءِ جيڪو امتحان ڏيڻو پوي ٿو، ان ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ دل جي دري کولي، اکين کي اوجاڳا ڏيئي، روح کي رياض ڪرائڻو پوي ٿو ۽ پوءِ بندو پنهنجا معاملا خود خدا سان طئي ڪري ٿو.

"اري لوگو تمهارا کيا، مين جانون ميرا خدا جانين" واري منزل تي پهچي ٿو ۽ پوءِ فقير، فقير سان ملي ٿو، جيڪا ڳالهه اسان جي فهم کان مٿاهين آهي ۽ اسانکي اهو چوڻو پوي ٿو ته "فقير جي منزل فقير ئي ڄاڻي"

•



نياز نوڪر لغاري

## مهدي مهندار

چيرين ڪئي چمڪار ڪالهه گهري ننڊ ۾،
اٿي پيس اوچتو ٻي سچ سيڪاديو سرڪار،
سبق مليو سوپ جو ۽ بخشيو بخشنهار،
عيب ڍڪيائين ڍڪ سان بندو هوس بيڪار،
سو مهدي هيو مهندار جو موهي ويو من کي.

•••

## ميلا ڪاميٽي



بهادر علي رانجهاڻي



استاد نماز الدين ٻگو



استاد لطف علي لانگاهه

## ميلا لنگر ڪاميٽي

رجب علي چانڊيو



مير خان لاڙڪ



ملنگ علي وڳڻ



گلڻ پڳهيو



عبدالله عرف بيدل فقير لاڙڪ

# فقير مدد ورڪنگ ڪاميٽي



سيد مقبول حسين جهانيان



سيد مسرور حسين جهانيان



عاجز اسلم لغاري



حڪيم محمد يونس سولنگي



استاد محبوب علي لاڙڪ



غلام علي بگو

بسم الله الرحمن الرحيم



## پيغام

جهانيان سائين جي ميلي جي مناسبت سان تاريخي سوينر ڪڍڻ تي مانواري سائين **محترم مخدوم** سيد مقصود علي شاهه **جهانيان جن** کي دلي مبارڪ باد پيش ڪندي. **جهانيان خاندان جي** ڪيل علمي ادبي خدمتن ۽ **انسانذات جي** ڀلائي واري پيغام کي هينئن سان **هنڊائيندي.** تمنا ٿا ڪريون ته الله سائين **صوفين ۽ درويشن** جي هن ڌرتيءَ کي انتها **پسندي ۽ ڪٽرپڻي** جي باهه کان پناهه ۾ رکي ۽ **جهانيان خاندان جي** عظيم هستين فقير مهدي **سائين ۽ مخدوم** شير علي سائين جن جي ڏنل **پيغام محبت** کي سمجهڻ جي توفيق عطا **فرمائي.**

ديدار علي ٻڙدي

چيئرمين

عشر زڪوات ڪاميٽي

تعلقو مورو

بسم الله الرحمن الرحيم



## پيغام

مخدوم سيد حسن شاهه جهانيان رحه جن جي ساليانې عُرس مبارڪ جي موقعي تي جهانيان نمبر شايع ڪرڻ تي مانواري سائين محترم سيد مقصود علي شاهه جهانيان، سجاده نشين درگاهه جهانيان رحه کي دل جي گهراين سان دلي واڌايون ڏيون ٿا ۽ اسين سمجهون ٿا ته دنيا جي دردن جو علاج تصوف جي رنگ ۾ رنگيل صوفي بزرگن جي محبت ۽ انسانيت جي ڏنل درس ۾ آهي. جنهن ۾ انساني عظمت جا ڳڻ ڳايل آهن. لطيف ۽ سچل کان وٺندي مهدي سائين تائين هر بزرگ ڀائيچاري، امن ۽ عشق الاهي جي واٽ ڏسي آهي. جهانيان رحه خاندان جون علمي ادبي ڪاوشون ۽ پيار ۽ اسلام لاءِ ڪيل خدمتون سلام ۽ ساراهه جي لائق آهن. ڏاڍي در دعاڳو آهيون ته سيني انسانن کي ساڃهه ۽ فهم عطا ٿئي جو فقيرن جي فلسفي کي سمجهي ڌرتيءَ تان ظلم ۽ ڏاڍ، ڪوڙ ۽ نفرت جو خاتمو آڻين. جيئن ڌرتي بهشت بڻجي پوي.

پيار جو طالب

عبدالله خان ڪورائي

(وڪيل) ناظم مورو يو-سي I-



# ڀلي ڪري آيا

الله اچن اوءَ، جن ڏني من سرهو ٿئي

(شاھ)

اسان دل جي گھراين سان تمام آيل مهمان، مريد، طالب، دوست و احباب کي هن سوکڙيءَ ذريعي مخدوم حسن جهانيان جي عرس مبارڪ جي موقعي تي ڀليڪار چئون ٿا.

**ڊاڪٽر سائين بخش لانگاهه**

حسيني ڪلينڪ شاهپورجهانيان

---



# ڀلي ڪري آيا

ان لاٿو نہ ميس آءَ جو اڇي اوهان پاڻ اجاريو،
نرمل نماڻيو، مرڪي جيئن مقبول ڏي.

(مقبول جهانيان)

آءُ دل جي گهرائن سان مخدوم سيد حسن جهانيان جي پانڌيئڙن کي عرس مبارڪ جي موقعي تي ڀليڪار چوان ٿو.

**نثار احمد ميمڻ**

مئنيجر يو - بي - ايل بينڪ شاهپورجهانيان



درگاهہ اقدس (تکيہ مبارڪ) فقير مهدي سائين جهانيان

